


مرتب

نبي بخش ڪوسو

THE LIBERATION PUBLICATIONS | اڳتي قدم پبليڪيشن

# عظيم سنڌي ڪهاڻيون

مرتب:- نبي بخش کوسو

ليکڪ - علي بابا، منير، ارباب، مشتاق شورو
اقبال جتوئي- مدد علي سنڌي، ناصر مورائي،

قيمت سوا روپيو          فبروري ٧٣ع

تعداد ٻه هزار

THE LIBERATION PUBLICATIONS | اڳتي قدم پبليڪيشن

۲

<u>علي بابا</u>

# نــوان پيغــامبــر

جڳن کان پوڙهو تاريخ دان لکي رهيو آهي. لکندو ٿو اچي. هن ڪنڌ جي تاريخ جا پارڙا اسڪولن ۾ پڙهندا آهن. مون ننـڍڙي لاڪي پڙهيو هو!ـــــــــــ اڻ آريہ اڻ سڌريل ۽ آکهاڙا هئا. ڪچو ماهہ مڇيون ۽ گلريون کائيندا هئا. پهاڙن جي چرن ۾ رهندا هئا. پوءِ خيبر جو لڪ لتاڙي آريہ لوڪ آيا. جي سڌريل هئـا ۽ ڪپڙا اوڍيندا هئا. انهن جهنگلي اڻ آرين کي ماري مات ڪيو ۽ کين هن ڪنڌ مان هڪالي ڪڍيائون ۽ ساري هندستان جا والي ٿي ويٺا.

منهنجي دل ۾ سڌريل آرين لاءِ عزت پيدا ٿي وئي.

لکيل آهي: سڪندر اعظم يونان جو بادشاه هو. هن ساري دنيا تي گهيرو ڪيو هو. هو وڏو بهادرہ رحمدلہ جنگجوہ سورهيہ ۽ انصـاف وارو بادشاه هو. مرڻ ويل هن پنهنجا هٿ ڪفن کان ٻاهر ڪڍائي ڇڏيا هئا ته ڏسو خالي هٿين پيو وڃان.

مون دل ۾ چيو. واه واه!! مرڻ ويل به دنيا لاءِ سبق ڇڏي ويو.

لکيل آهي ته: قطب الدين ايبڪ غلام گهراڻي جو پهريون بادشاه هو. هـو وڏو عادلہ انصاف وارو، جنگجو ۽ بهادر بادشاه هو. کيس لک داتا (لک بخش) ڪري ڪوٺيندا هئا. هن وڻ پوکايا، کوه کوٽايا، ڍلون معاف ڪيون ۽ وڏين وڏين عمـارتن جا بنياد وڌا. قطب مينار ۽ قطب مسجد اڄ تائين سندس يادگار آهن.

مون سوچيو، بادشاه ته اهڙا.

لکيل آهي: ناصر الدين، التمش جو ننڍو پٽ هو. ڏاڍو نيڪدل، خدا ترس، نيڪ، پرهيزگار، بهادر ۽ جنگجو بادشاه هو. کيس درويش بادشاه ڪـري ڪوٺيندا هئا. هو شاهي خزاني جو هڪ ڏوڪڙ به پاڻ تي خرچ ڪرڻ حرام سمجهندو هو. اکر ڏاڍا سهڻا هئس، قرآن شريف جا نسخا لکيہ ٽوپيون، تڏا ۽ تونريون ٺاهي انهـن تي پيٽ گذر ڪندو هو.

مون چيو جزاڪ الله، ايڏا خزانا هوندي به هٿ جو پورهيو ڪندو هو.

لکيل آهي: خبر اٿو تہ ڪاهوءَ جو دڙو ڪيئن غرق ٿيو.

جواب آهي: مهاراجا ڪاهو مير پور خاص واري پاسي کان حڪومت ڪندو هو. هو وڏو ظالم، عياش جابر، منڪر ۽ زاني راجا هو. هزارين پانهيون، راڻيون، هئڻ جي باوجود جيڪا بہ سهڻي عورت ڏسندو هو تنهن کي ڪٿي وچي ڪوٽ ۾ قابو ڪندو هو. هڪڙي پيري تلاءَ ۾ پيڻ کي اگهاڙو وهنجندي ڏٺائين. سو دل بعيمان ٿي پيس. ڪٿي وچي ڪوٽ ۾ قابو ڪيائينس. الله تعاليٰ جو مٿس عذاب نازل ٿيو. سج نيزي پاند اچي بيٺو. ڌرتي لڪاهَ ڏني ڦاڙي پئي. ظالم راجا ۽ سندس پرجا چڻ پچي سڙدا اونهي پاتال ۾ هليا ويا.

لکيل آهي: "خبر اٿو دلوراءِ جي نگري ڪيئن ناس ٿي."

جواب آهي: دلوراءِ سيوهڻ جي مٿان راج ڪندو هو. هو وڏو خونخوار، عياش حد درجي جو مڪار ۽ زاني راجا هو. هر رات نئين مُنڍ ماڻيندو هو. هڪ پيرو هو ڪٿان ٻاهران ٿي آيو. چيت جي چانڊوڪيءَ ۾ محل جي اڱڻ ۾ پيڻ جي ڌيءَ کي سرهيءَ سيج تي ستل ڏسي انڌو ٿي پيو. نياڻيءَ تي وڻي نهار وارو حملو ڪيائين. الله تعاليٰ جو مٿس قهر نازل ٿيو. ست فرشتا آسمان سان لٿا جن اچي زمين تي قلعا کوڙيا ۽ زنجيرن سان سندس نگريءَ جا بنياد پاڙان ڌوڏي ڪڍيائون ۽ ائين اهو ظالم راجا ۽ سندس پرجا نيست ۽ نابود ٿي ويا.

لکيل آهي: خبر اٿوَ ديبل بندر ڪيئن تباه ٿيو.

جواب آهي: سنڌ جو حڪمران مهاراجا ڏاهر- وڏو ظالم، جابر، عياش ۽ زاني هو. هن وٽ سنگ مرمر جي مجسمن جهڙيون سوين حسين پانهيون هيون- پوءِ بہ پيڻ سان شادي ڪئي هئائين. ڏاڙيلن جا ٽولا وٺي، ساموندي رستن کان جي عرب حاجين جا جهاز گذرندا هئا انهن کي ڦريندو هو. الله جو مٿس قهر نازل ٿيو. رحمت‌المسلمين خليفي حجاج جي من ۾ مٿس ڪاه ڪرڻ جي وڌائين جنهن وڏي لشڪر سان مجاهد محمد بن قاسم کي ڏياري موڪليو. سڄي سنڌ ۾ گهوڙا گهوڙا ٿي وئي. عرب غازين جي گهوڙن ڪافرن کي چڻ پچي سڙدي چيپاٽي ماريو. منڪر ۽ ملعون ڏاهر کي شڪست ملي. سندس سر کي نيزي تي لٽڪايو ويو ۽ محمد بن قاسم جي مجاهدن منجنيقن جي پهڻ سان ديبل وچي ديوارن کي دنيا جي تختي تان ميساري ڇڏيو."

پڙهي مون کي ڏاڍي خوشي ٿي. چڱو ٿيو. منڪر ۽ ملعون کي سيکت ملي.

اولاد ڪري سمجهندو هو. هن هندو ۽ مسلمانن کي گڏ ڪرڻ تي چاهيو تنهنڪري مسلمان رعيت منجهانئس مڙني ناخوش ٿي پئي هئي.

لکيل آهي: جهانگير جو انصاف ساري دنيا ۾ مشهور آهي. سدائين در تي انصاف جي پڪار لاءِ ٽلا ۽ زنجيرون لڙڪنديون هيس. ٿورو عاشق مزاج هو. پنهنجي راڻيءَ نورجهان سان ڏاڍي دل هيس. ٿورو آفيم ۽ شراب واپرائيندو هو.

لکيل آهي: شاهجهان پنهنجي پاءُ شهريار ۽ سندس ٻارڙن کي مارائي تخت تي ويٺو هو. وڏو نيڪ نمازي، انصاف وارو، غريب نواز، رحمدل ۽ بزرگ بادشاه هو. راڻي ممتاز محل تي ساهه ڇڏيندو هو. هن کوه کوٽايا، وڻ پوکايا، وڏين وڏين عمارتن جا بنياد وڌا. تاج محل، جامع مسجد ۽ شالمار باغ اڄان تائين سندس يادگار آهن.

لکيل آهي: اورنگ زيب، پنهنجي پاءُ دارا شڪوه ۽ ٻين ٽن ڀائرن کي مارائي تخت جو اڪيلو وارث ٿي ويٺو. تنهنڪري کيس عالمگير جو لقب مليو. هو وڏو نيڪ، نمازي، پرهيزگار، ڪامل درويش ولي الله هو. هن تخت تي وهندي ئي مرهٽن ۽ راجپوتن کي ٽوٽا چپارائي ڇڏيا. شراب ۽ راڳ کي بند ڪرايائين. سڄي عمر شاهي خزاني مان پاڻ تي ٽڪو به خرچ ڪونه ڪيائين. اکر تمام سهڻا هئس قرآن شريف جا نسخا لکي، ٽوپيون، تڏا، ۽ پنهنجي خوشحال رعيت جا جنب آهوڙي پيٽ گذر ڪندو هو.

ساري تاريخ سڪندر اعظم جي دور کان وٺي انگريزن جي دور تائين اهڙن عادل نيڪ نمازي، انصاف پسند، درويش، ولي‌الله، جنگجو ۽ بهادر بادشاهن جي نالن سان ڀري پئي آهي. ۽ لکيل آهي:

"خبر اٿو؟ موهن جو دڙو ڪيئن تباهه ٿيو؟"

جواب آهي: انهاءَ ته مهاراجا موهن وڏو ظالم، جابر، عياش ۽ زاني راجا هو. سندس ملڪ ۾ جيڪا به شادي ٿيندي هئي، انهيءَ ڪنوار کي پهرينءَ رات هو زوريءَ پاڻ وٽ ليڪائيندو هو. هڪ ڀيرو جڏهن سندس ڀيڻ جي شادي ٿي (جيئن ته راجا مٿس پهرين ئي بغيمان هو) سو ڀيڻ کي به پهرينءَ رات پاڻ وٽ لڪائڻ چاهيائين. الله تعاليٰ جو مٿس ڏمر نازل ٿيو. ڌرتي ڌٻي، اک ڇنڀ ۾ اهو ظالم راجا ۽ سندس پرجا ڪروڙين من مٽيءَ هيٺ دٻجي غرق ٿي ويا.

پڙهي مونکي ڏاڍي خوشي ٿي. چڱو ٿيو الله تعاليٰ کين غرق ڪيو، ملعون ڪتي جو. ڀيڻ سان ٿي شادي ڪيائين.

## ٥

لکيل آهي: جلال‌الدين بادشاه کي ڪوبہ ٻٽ ڪونہ هو. پنهنجي ڀائٽي علاوالدين کي ٻٽ ڪري ڪوٺيائين. علاوالدين ڪن ماڻهن جي چوڻ تي لڳي پنهنجي چاچي کي قتل ڪرائي تخت تي ويٺو ۽ اهو خيال پيدا ٿيس تہ سڪندر وانگي ساري دنيا کي فتح ڪيان. هن گجرات، ڪاٺياواڙ، تنمور، چتور، اجين، مالوا ۽ سنڌ جا ڪجھ علائقا فتح ڪيا هئا. هو ڏاڍو عادل، بهادر ۽ انصاف وارو ۽ غريبن جو خير خواه هو. تنهن ڪري کيس ڪافور ملڪ زهر ڏنو هو.

لکيل آهي: .تيمور لنگ، چنگيز خان جي پوين مان هو. نهايت بهادر. انصاف وارو ۽ جنگجو هو. تاتارين، ترڪن ۽ ايرانين جو وڏو لشڪر وٺي اچي هندستان ۾ ڪاهي پيو هو ۽ ساري هندستان جا بنياد ڏوڏي ڇڏيائين. هو وڏو قدردان ۽ انسان دوست بادشاه هو.

لکيل آهي: بابر تيمور لنگ جو پڙپوٽو هو. هن تيمور لنگ وانگي رڳو هندستان ۾ ڦرلٽ ڪانہ ڪئي. پر پاڻيپت جي لڙائيءَ ۾ ابراهيم لوڌيءَ کي شڪست ڏئي دهليءَ جي تخت تي ويٺو. هن بنگال، جوڌ پور، سنڌ، راجپوتانا، گجرات، ڪشمير بلڪ ائين چوڻ مناسب ٿيندو تہ سارو هندستان فتح ڪيو. هنگي انساني، کوپرين جا مينار وٺندا هئا. هو وڏو بهادر، عادل، رحمدل، خدا ترس هو. هو پڪي سر ۾ سڙس ڪڇ ۾ هئي جمنا نديءَ کي پار ڪندو هو. سندس وقت ۾ رعيت تمام سکي هئي ۽ مڙني ڏل معاف ڪئي هئائين.

لکيل آهي: همايون ڏاڍو رحمدل، خدا ترس، دور انديش ۽ درويش بادشاه هو. هن کوه کوٽايا، مسافرخانہ ٺهرايا. آئيم سان مڙني ٿوري ڏل هيس.

لکيل آهي: شير شاه، سوري گهراڻي جو پهريون بادشاه هو. هن همايون سان لڳي ڪري ڪجھ سال حڪومت ڪئي هئي. هو ايڏو تہ بهادر هو جو تلوار جي هڪ ئي ڌڪ سان شينهن کي ٻہ اڌ ڪري ڇڏيو هئائين. تنهنڪري کيس شير شاه چوندا هئا. هن کوه کوٽايا، وڻ پوکايا، رستا ٺهرايا ۽ پنج ئي وقت نماز قائم ڪئي. سندس وقت ۾ شينهن ۽ ٻڪريون هڪ ئي گهاٽ تان پاڻي پيئنديون هيون."

لکيل آهي: جلال الدين اڪبر کي مغل اعظم ڪري ڪوٺيندا هئا. هن ساري هندستان تي ۴۹ سال حڪومت ڪئي. هو هندو ۽ مسلمانن کي هڪ اک سان ڏسندو هو. هن ڏلون معاف ڪيون، کوه کوٽايا، رستا ۽ مسافرخانہ ٺهرايا ۽ رعيت کي پنهنجو

پيشان پيڻ تان ۾ ڪوڻ ڳرندا هئا. ظالم، زاني - جهڙي ڪيائون، تهڙي ڀريائون. ۽ آءٌ پنهنجي ان ٻڙهيل دوستن کي سڪندر مقدوني، مهاراجا اشوڪا، قطب مينار ۽ تاج محل جون ڪهاڻيون ٻڌائيندو هئس ۽ جهانگير جي انصاف جا ڍڪ ڀريندو هئس.

هڪڙي پيري سنجهي جي سهائي ويل امان مون کي چيو ته پٽ، اڄ ته توکي دودي سومري جي ڪهاڻي ٻڌايان. "مون کي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ حيران ٿي پيس. چيم "امان دودو سومرو ڪير هو."

چيائين ته پٽ، توکي دودي سومري جي خبر ڪانهي- دودو سومرو سنڌ جو سورهيه سرويچ سپوت هو. هن سنڌ جي سدا سهاڳڻ ڌرتيءَ تان پنهنجو سر گهوريو هو-"

مون حيران ٿيندي چيو "پر، امان تاريخ ۾ ته انهيءَ جو نالو آهي ئي ڪونه."

امان چيو "ها پٽ، دودو سومرو سنڌ جو حڪمران هو، تاريخ ۾ سندس نالو ڪونهي ته ڇا ٿيو - ساري سنڌ ۾ هر ماڻهو، هر سنڌ جي سيني تي سدائين سندس رت رنگي تاريخ جا چٽ چٽيل هوندا ۽ چيائين، "پٽ، اها ڪهاڻي مون کي تنهنجي ناني ٻڌائي هئي. هاڻ ڪن ڏئي سنڌ جي انهيءَ دولهه دلير جي ڪهاڻي ٻڌ.

۽ پوءِ امان مون کي سنڌ جي ان سورهيه سرويچ ۽ باغيرت دودي جي ڪهاڻي ٻڌائي. اها ڪهاڻي ايڏي ته پر درد ۽ دل ڏاريندڙ هئي جو منهنجي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. نڙيءَ ۾ ڄڻ مڇيءَ جو ڪنڊو قاسي پيو هئم چيم "امان، پوءِ روپاه تباه ٿي وئي."

امان چيو "ها پٽ، پوءِ روپاه هميشه لاءِ سنڌ جي سيني تان ميسارجي وئي"

امان ڄڻ روئي پئي هئي ۽ آءٌ ڪنهن ڳوڙهي سوچ ۾ ٻڏي ويو هئس. "امان، دودي سومري علاوالدين کي پنهنجي ڀيڻ جو سڱ ڇو نه ڏنو- ڪٿي هن پاڻ ته ڀاڳهل سان شادي ڪرڻ نٿي چاهي."

ست سان هڪ ٿڦڙ منهنجي ڳل تي لڳو- منهنجو منهن ئي ڦري ويو - وانئڙو ٿي ويس. ڪاوڙ کان امان جو سڄو جسم ڏڪي رهيو هو ۽ پوءِ نهايت ئي پيار مان منهنجي وارن تي هٿ ڦيريندي گهائل آواز سان چيائين "پٽ، ٻهرين ٻڌاءِ. تون پنهنجي ڀيڻ سان شادي ڪري سگهين ٿو-" منهنجو روح ڏڪي ويو. چيم، "نه-"

. امان چيو - " پوءِ تو سنڌ جي سورهيه سرويچ - غيرتمند حڪمران جي باري ۾ ائين ڇو سوچيو.

مون چيو ـ ”اسان ڪتابن ۾ ته ائين ئي لکيل آهي. سنڌ جا سڀ حڪمران پيٽن سان شادي ڪندا هئا ـ سومن جي دڙي جي بادشاهه، دلوراءِ، ڪاهوءَ جي ڏڙي جي بادشاهه ۽ مهاراجا ڏاهر سڀني پيٽن سان شادي ڪئي هئي ـ“

اسان ڪجهه حيرت سان منهن ۾ نهار يندي رهي ۽ پوءِ نهايت ئـي ڏکوئيل آواز ۾ چيائين ”الائي پٽ، انهن جي باري ۾ ته مون کي خبر ڪانهي. پر دودي سومري جي باري ۾ توکي ائين سوچڻ نه کپرجي. دودو هن ڌرتيءَ جو سڀ کان سورهيه سر ويچ ۽ غيرتمند نوجوان هو ۽ باگهل هن ڌرتيءَ جي سڀ کان عظيم عورت. انهن جي باري ۾ ائين سوچڻ به گناهه آهي.“

سچي ته اها ڪهاڻي منهنجي دل ۾ علاوالدين جي دودي تـي کنيل تلوار وانگي کُٽُپ هڻين هئي. پر مون کـي ائين محسوس ٿيو ڄڻ اهـا منهنجي گناهه جـي ننڍڙي سزا هئي ۽ آءٌ سوچي رهيو هوس ته مون ائين ڇو سوچيو. ۽ چيم. ”پر امان، تاريخ ۾ اهڙي بهادر ـ سورهيه ۽ غيرتمند حڪمران جو نالو ڇونه ڏنو ويو آهي؟“

امان چيو ” الائي پٽ، شايد تاريخ وارن کي دودي سومري جي خبر ڪانه هئي. تون وڏو ٿجانءِ ته پوءِ دودي سومري جي تاريخ لکجانءِ.“

هاڻ آءٌ نوجـوان ٿي ويو آهيان ۽ دراوڙن کان بلو شهيد تائين جي تاريخ لـکي رهيو آهيان.

هڪـڙي ڏهـاڙي آهو چپ جهڙو پوڙهو تاريخ دان منهنجي اونداهي ڪمري ۾ آيو ۽ ڇتي جهڙي ڏ ُڙ ڏ ُڙ ڪندڙ آواز سان چيائين:

”مون ٻڌو آهي تون دراوڙن جـي تاريخ لکي رهيو آهين“

چيم ” ها، مـان وقت جو نوجـوان آهيان ـ مان دراوڙن کـان بلو شهيد تائين تاريخ لکي رهيو آهيان.“

چيائين ” پر اهي تاريخون ته لکيل آهن“

چيم ”ها، لکيل آهن ـ پر اهي ايتريون ئي غلط آهن جيترو سومن جي دڙي جي راجا جو پيڻ سان شادي ڪرڻ.“

چيائين: ”پر تون ڪيئن ٿو ثابت ڪرين ته هي ڌرتي اڄ ڏينهن تائين دراوڙن جهڙي عظيم قوم نه پيدا ڪري سگهي آهي.“

چيم. ”هن ڌرتيءَ جي سيني تي مونن جو دڙو انهيءَ جـو ساکي آهي“

چپ لاڙيندي چيائين ”هي — ٻلو شهيد — وري ڪير آهي“

چيم: ”موئن جي دڙي جي تاريخ ايتري پراڻي آهي جو ڪابه ٻوڙهي ڪجهه انهيءَ جو تصور نٿي ڪري سگهي. ۽ هن ڌرتيءَ تي ٻلو جو رينو رت ايترو ته تازو آهي جو ڪو به اندو تاريخ دان انهيءَ کي ڏسي به محسوس ڪري نٿو سگهي“

ڪجکوڙ ڪندي چيائين، ”ڇوڪرا، تنهنجو دماغ خراب ٿي ويو آهي. تون ڪالهوڪو وات ڪاڙهو ڇوڪرو اسان کي غلط نٿو ثابت ڪري سگهين.“

مرڪندي ورائيم ”اي ٻوڙها، منهنجو وقت تمام قيمتي آهي. آءٌ هينئر ڪنهن به ڪڏهم جي هينگ ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهيان. تون وڃي سگهين ٿو“

هو ڪاوڙ کان ڏڪندو، ٿڙندو، لٺ جو ليڪو ولندو، عينڪ سنڀاليندو منهنجي ڪمري مان نڪري ويو آهي ۽ آءٌ وري پنهنجي ڪاغذن تي جهڪي ويو آهيان.

 

# شبرو

ليکڪ: **منير احمد** (سنڌ)

شبرو بي.اي جي آخرين سال جو شاگرد هو ۽ آءٌ پهرين سال جو. منهنجي ساڻس پهرين ملاقات ۽ جاڻ سڃاڻ ان وقت ٿي، جڏهن هاسٽل ۾ پهريون دفعو داخلا ملڻ ڪانپوءِ، مان ۽ منهنجو رفيق هاسٽل جي روم ۾ پنهنجا ٽپڙ ٺاهي رهيا هئاسين ته هو ان وقت اسانجي روم ۾ داخل ٿيو. ڀريل بت، ڀڪندڙ منهن، ترار ڪٽ مڇون، ڏاڙهي صفا ڪوڙيل، پورهيان مغرو وينل، ڪليل پيشاني ۽ سانورو رنگ. سنڌس بعطي اڇي ڪانچ ۽ قميص پهريل هئي. روم ۾ گهڙڻ شرط، وچتر آواز ۾ چيائين، ”جيئي سنڌ“، ۽ پوءِ روم ۾ چوڌاري نظر ڦيرائي، حال احوال وٺڻ شروع ڪيائين:-

”پائو، اوهان ڪير مڙس آهيو؟“

”ميمڻ،“ مون مشڪي وراڻيو.

”۽ هي جوان؟“ هن منهنجي رفيق ڏانهن اشارو ڪيو.

”هي به منهنجو ذات ڀائي آهي،“ مون چيو. ۽ پوءِ ڪيس وهڻ جي آڇ ڪيم. ٻر هو وينو ڪون. هٿائين پيٺي پيٺي ٽپيءَ ۾ پٺجي ويو. گهڙي پلڪ جي ماٺ ڪانپوءِ سوالي انداز ۾، پيهر پڇيائين، ”ميمڻ؟“

”جي ها،“ مون ڪنڌ جي لوڏ سان هاڪار ڪري،

وري وڃڻ جي آڇ ڪئي ماڻس. پر منهنجي آڇ ڏانهن جڻ ته هن ڪو ڌيان ئي ڪونه ڏنو.

”ميمڻ — هون،“ هن ڪنڌ کي ڌڏڪو ڏيندي، ڪجهه ناپسنديءَ جو اظهار ڪندي چيو، ”اڙي سنڌي ڇڻ ۽ سنڌي آهيو نه؟“

”هائو.“ منهنجي وات مان ازخود نڪري ويو. محسوس ڪيم ته سندس پرڪشش شخصيت ۽ حجائتي گفتگوءَ جو اثر مون تي غالب پئجي چڪو آهي.

”ته پڻ منهنجا سنڌي سڄڻ، مان پاڻ سنڌي آهيان، منهنجو نالو شيرمحمد آهي، عام طور مونکي شيرو سڏيندا آهن. اڄ رات اسان ٧ نمبر ڪمري ۾، سنڌي شاگردن جي هڪ ميٽنگ رکي آهي. توهان اتي اچجانءِ.“ هن منهنجي ساڄي پاسي جي ڪلهي تي پيار منجهان هٿ رکي، نهايت ٻاجهه سان چيو.

”شيرو!“ منهنجي من چيو. مونکي ياد آيو، داخلا وٺڻ وقت، هڪ شاگرد سندس پٺ ۾ پينل ٻئي شاگرد کي ٿي چيو، ”يار، خوش قسمت آهن هي داخلا وٺڻ وارا شاگرد، جيڪي شيروءَ جي سنگت ۾ سڄو سال گذاريندا.“ ٻئي شاگرد موٽ ۾ چيو، ”هائو يار، واقعي. شيرو به مڙس ائين- اصل شير جو پٽ“ ۽ هاڻي ان شيروءَ کي آڏو بيٺل ڏسي، عجب، عقيدت ۽ پيار گاڏڙ

جذبا منهنجي منهن تي لهي آيا. مون ان وقت وري سندس منهن ۾ چتائي ڏٺو هو ته ڇونکي سندي ڏسي، سندس منهن خوشيءَ ۾ ٻهڪيو پئي ۽ اهو ٻه ٻروڙي ورتم ته سندس اندر ۾ان سنڌيت جو جذبو ۽ امنگ جڻ اُڌما ڏيئي پئي ٻاهر نڪتا. سندس چهڪندڙ ۽ ڪارين اکين ۾ مون سنڌين جي روشن مستقبل جون جهلڪون پئي پسيون.

"هائو ضرور ايندس،" مون هنکي يقين ڏياريو.

هن مشڪي ڳراٽڙي پاتي ۽ ٻيهر يادگيري ڏياريندي چيو، "ڏس پيارا، تمام ضروري ميٽنگ آهي، هان، اوهان پڻ ضرور اچجو." ۽ پوءِ ٻهڪي، مٺ پڪوڙي ٻانهن مٿي ڪري زور مان نعرو هنيائين، "جيئي سنڌ". سندس اندر جي اونهائيءَ مان نڪتل جيئي سنڌ جو آواز ڦڙاڏو بنجي گونججي ويو.

اها منهنجي ساڻس پهرين گڏجاڻي هئي ۽ انهيءَ پهرينءَ گڏجاڻيءَ ۾ مون محسوس ڪيو ته شيرو واقعي شير آهي.

رات جو جڏهن اسين سيئي سنڌي، سنين نمبر روم ۾ گڏ ٿياسين ته هن اُٿي ييهي ڳالهايو، "...... اسين هتي سڀ پنهنجا پاڻ ۾ سنڌي ويٺا آهيون ۽ جو گڏ ٿيا آهيون، ان لاءِ ڳالهه سڌي سنئين آهي ته هنن ڇوڪرين (هڪ ڪچي گار ڏيندي) پنهنجا لاءِ ڪيئي ڇڏيا آهن. اسلام جي ڀائيچاري جي نالي ۾،

هو اسان کان زمينون، نوڪريون، واپار وڙو، او ويندي تعليم تائين به اسان جا حق غضب ڪيا اٿن. سنڌ کي پنهنجي ڪالوني ٺاهي پيا ڦرين ۽ لٽين. سنڌ جا غدار وڏيرا ڪامورا به ساڻن ساٿ ۾ آهن. جيڪڏهن اسين پنهنجو پاڻ ۾ وڙهنداسين، هڪٻئي تي چغليون هڻنداسين، بدي نه ڪنداسين ۽ سڄاڳ ٿي پنهنجن حقن لاءِ نه لڙنداسين ته اسانجو وجود ختم ٿي ويندو..."

سنڌس گفتگوءَ ۾ سچائي، سادائي ۽ خلوص هو. نه ڊپلوميسي، نه سازش ۽ نه مطلب پرستيءَ جي ڪا بوءِ! مون ان مهل سنڌس منهن ۾ ڏٺو ته اهو پيلو ٿي رهيو هو. ڄڻ سنڌس سڄي جسم جو گرم رت اچي، منهن ۾ گڏ ٿيو هوس. اکين مان ڄڻ شعلا پئي نڪتس.

ماحول جي نواڻ سبب، اسان پهرين سال جي شاگردن، هاسٽل ۾ جيڪا اُجنبيت ۽ ڌاريائي پئي محسوس ڪئي، سا هن پهرينءَ گڏجاڻيءَ کان پوءِ ختم ٿي ويئي. سيئي سنڌي شاگرد، جيڪي سنڌ جي مختلف ضلعن کان آيا هئاسين، هڪٻئي ۾ پنهنجائپ محسوس ڪرڻ لڳاسين. ڄڻ صدين جا سڃاتل هجون. اڳ جو اڻ واقفيت سبب اُباڻڪا ۽ وائڙا ٿيو پيا گهمندا هئاسين، هاڻي سڄي هاسٽل، سڄو ماحول پنهنجو ۽ سڀڪجهه پنهنجو پاڻئڙو لڳو.

شيروءَ جو نعرو "جيئي سنڌ" سيني سنڌي شاگردن جو نعرو ٿي ويو هو ۽ سنڌي شاگردن لاءِ،

انهيءَ نعري، سلام جي صورت ورتي. ڪير ڪنهن کي گڏبو هو نہ ملڻ شرط چوندو هو، "جيئي سنڌ" ۽ موٽ ۾ ملندڙ بہ مشڪي ورائيندو هو، "جيئي سنڌ."

خاموش تاريڪ رات ۾، جڏهن هاسٽل جي روم اندر ٻرندڙ روشني پري کان، درين مان ٻاهر اونداهيءَ کري وڏيڪ دلڪش منظر پيش ڪندي هئي ۽ جڏهن رات جي ٿڌڙي ۽ ڳوري هوا سڄي ماحول کي بہ ٿڌو ڪري ڇڏيندي هئي، تڏهن اڪثر شاگرد پڙهڻ ۾ مشغول هوندا هئا، ان وقت رکي رکي شيروءَ جو آواز ٻڌبو هو - "جيئي سنڌ". سندس ڳلي مان نڪتل آواز، الاهي صدا بڻجي، روم جي دريءَ مان نڪري، ٻاهر اونداهي رات جو سينو چيري، چانيل ٿڌاڻ جي تهن کي لتاڙي، سڄي شهر ۾ پکڙجي ويندو هو ۽ ڪا مهل پڙاڏو بڻجي پيو گونجندو هو. ان وقت شاگرد ڪتاب مان منهن ڪڍي، سر ملائيندا هئا. ڪي چوندا هئا، "پلي پلي، جيئي سنڌ" نہ ڪي چوندا هئا، "گج نر گج" ۽ ڪي وري ورائي ڏيندا هئا، "جيئي سنڌ" نہ وري ڪي چوندا هئا، "شير پٽ جاڳيو آهي." ۽ پوءِ ٻيهر تازا توانا ٿي پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويندا هئا. ڄڻ جيئي سنڌ جو سڏ ۽ پڙاڏو کين نئين زندگي بخشي ڇڏيندو هو، نئين قوت ڏيئي ڇڏيندو هو.

اسانکي پوءِ خبر پيئي نہ شيرو هتي جو ڄڃهونو جوڳي آهي. هن ڪان اڳي، ساڳئي سال ۾، هو پنهنجو

هڪ سال ضايع ڪري چڪو آهي. سندس سال ۾ عجيب نموني وڃايو ويو. ڇا ٿيو جو هڻ هڪ ليڪچرار صاحب، جي سوال جو جواب، سنڌيءَ ۾ ڏنو. اُن تي ليڪچرار صاحب ڪاوڙجي هنکي انگريزيءَ ۾ جواب ڏيڻ لاءِ چيو. شيروءَ تهه پڻ ڪيس ڪتو جواب ڏنو ته "اُستاد، پاڻ ڪي انگريزيءَ ۾ جواب چڱيءَ طرح ڏيڻ ئي ڪونه ايندو. غلط انگريزي ڳالهائي اجايو هم ڪلاسي پاڻ لي ڪونه کلائيندس."

ليڪچرار کي سندس انهيءَ بي پرواهيءَ ڀري جواب تي جڪ نه ڏاڍا آيا، پر شيرو، بسي ڏيو هجڻ ڪان مشهور اڳيئي هو، سو دل ۾ سور پي پنهنجي پٽ رکڻ لاءِ وري چيائينس، "مسٽر شير محمد ڀلا اردوءَ ۾ جواب ڏي، ته جيئن غير سنڌي شاگرد به سمجهن."

شيرو وري پنهنجي جاءِ تي اٿي بيهي وراڻيو، "اُستاد، ايمانداريءَ جي ڳالهه آهي، سنڌي منهنجي اُمڙ جي بولي آهي ۽ انهيءَ ۾ ئي آءٌ چڱيءَ طرح جواب ڏيڻ سگهان ٿو. هي جو سالن کان سنڌ ۾ رهيا پيا آهن، سي سنڌي سمجهن ڇو ڪونه ٿا؟" ائين چئي، شيرو ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي ناز سان پنهنجي جاءِ تي ويهي رهيو ۽ ساڄي ٽنگ مٿان چاڙهيل کابي ٽنگ آرام سان لوڏڻ لڳو.

سڀ شاگرد ڏانهس عجب مان نهاري رهيا هئا. هو جواب ۾ مشڪي رهيو هو، ڇڻ ته ڪو وڏو ڪوٽ

ڪڍيو ھئائين. ليڪچرار صاحب کي (جيڪو پنجاب مان امپورٽ ٿيل ھو) باھ وٺي ويئي. جوش ۾ منھيون پڪوڙي رڙ ڪيائين، ”گيٽ آئوٽ فرام ماء ڪلاس (ڪلاس مان نڪري وڃ).“

شيرو نہ ڪلاس مان نہ نڪتو، پر ليڪچرار صاحب جوش ۾ ”آء شل سي يوُ (مان توکي ڏسي وٺندس)“ چئي تڪڙو تڪڙو ڪلاس مان ٻاھر نڪري ويو.

ھن واقعي ڪان پوء، شيروء جي بھادريء جو ڌاڪو جمي ويو ۽ ليڪچرار جي اِي عزتي ڪرڻ جي ڏوھ ۾ شيروء کي امتحان ۾ وھڻ نہ ڏنو ويو.

سيني شاگردن چائو پئي تہ شيرو ٻي ڏوھي آھي. ھن تہ بلڪل صحيح پئي چيو تہ غير مادري زبان ۾ چڱيء طرح جواب ڏيئي نٿو سگھجي. جڏھن شاگرد ساڻس انھيء ٿيل زياديء تي افسوس ڪرڻ آيا تہ شان مان، سينو تاڻي، ڪنڌ مٿي ڪري چياء، ”مونکي انھيء ھڪ سال جي ڪابہ پرواہ ڪانھي. سنڌڙيء تان ھڪ سال گھوريو تہ ڇا ٿيو، اسين تہ سنڌ تان سر ڏينداسين... سر.“ ائين چئي، ساڄي ٻانھن مٿي ڪري نعرو ھنيائين، ”جيئي سنڌ.“

سڀني اھي ڳالھيون ٻڌي، اسين شيروء جي عظمت جا وڏيڪ قائل ٿي ويندا ھئاسين ۽ دل گواھي ڏيندي ھئي تہ واقعي شيرو عظيم انسان آھي.

... ... ... ...

اڄ شاگردن جي يونين، پنهنجو هفتو پٺي ملهايو. هال کي ڪنوار وانگر سينگاريو ويو هو. بجليءَ جي بلبن جي جهرمر، مرڪيوري لئٽين جي ٿڌي ۽ اکين کي وڻندڙ روشني، ريشمي پردن ۽ رنگين پنن جي جهالرن نهايت دلڪش منظر پيش ڪيو. اڳيان ويٺل ڇوڪرين جي چوٽن ۾ لڳل خوشبوءِ، پرسان رکيل پنکي مان نڪرندڙ هوا سان گڏجي، سڄي هال ۾ پکڙجي ويئي ۽ سڄو ماحول رومانٽڪ محسوس ٿيڻ لڳو. ڄڻ ته ڌرمي شاسترن ۾ بڌايل اپسرائن جي ديس جو، هي هڪ حصو هو.

سڄو هال کچا کچ ڀريل هو. سامهون اسٽيج تي عهديدار، ساوا ٻنجز ڀريو، قسم کڻڻ لاءِ آتا ويٺا هئا. اڄ مکيه مهمان ڪونه آيو هو.

هال جي وچ ۾ شيرو به شير ٿيو، چڪر ڏيئي رهيو هو. جتان تي لنگهيو، اتان جي ويٺلن سندس ڏيان ڇڪائڻ لاءِ چيو تي، "جيئي سنڌ." شيرو به مشڪي کين چيو ٿي، "شاباس سورمو، جيئي سنڌ."

مکيه مهمان آيو، تاڙين جا ٺهڪا ٿي ويا. سڄو هال گونججي ويو. مهمان کي هار پاتا ويا. هو صدارتي ڪرسيءَ تي وڏي شان مان سان ڪپ ڪوڙي اچي ويٺو. هال ۾ مڪمل خاموشي ڇانئجي ويئي. شيرو هال جي آخرين ڇيڙي تي بيٺو هو ۽ انهيءَ خاموشيءَ ۾، پنهنجي وات تي ٻئي هٿ، ڀڪ وانگر آڻيندي نعرو هنيائين،

”جيئي سند.“ سندس آواز چانيل خاموشيءَ جا پردا چيريندو، بولائيون ڪـائيندو، هال جـــي ڇتين سان ٽڪرائجي، موٽ ڪائي؛ ويٺن جي ڪنن تائين سوسات ڪندو پهتو. سيني لوڙهو ورائي پويان ڏٺو، شيرو مشڪي رهيو هو. جواب ۾ تاڙين ۽ ”جيئي سند“ جي نعرن جو سيلاب پلٽجي پيو.

ڪارروائي شروع ٿيڻ جو اعلان ٿيو. ان بعد سڀ کان اول نائب صدر قسم کڻڻ لاءِ اڳيان آيو ۽ گهيت ڏيئي، نڙي صاف ڪندي، واحد ڪي مائيڪ جي ويجهو آڻيندي شروع ڪيائين:-

"I the ...........

پويان شيروءَ رڙ ڪئي، ”سنڌيءَ ۾ قسم کـــڻ.“ شيروءَ جو آواز پڙاڏو بڻجي، خاموشيءَ ۾ ترندو هال ۾ گونجڻ لڳو. چوطرف واڪـــو واڪـــاڻ مچي ويئي، ”سنڌيءَ ۾ ... سنڌيءَ ۾ قسم کڻ ... پنهنجي مادري زبان ۾ قسم کڻ، سنڌيءَ ۾ ......“

ڇوڪرا سيٽيون وڄائڻ ۽ بينچون کڙڪائـــڻ لڳا. سڄي هال ۾ شور مچي ويو. شيرو پڙڪيو، ”بي غيرت، غدار! سنڌي تي ڪري پاڙي ٿيو آ - بيشرم ...“ قسم کڻندڙ منجهي پيو ۽ ڪجهه نه اڪـليس. خشڪي دور ڪرڻ لاءِ چپن تي زبان ڦيرائي، واتڙن وانگر، ڪڏهن صدر ڪي ته ڪڏهن حاضرين کي ڏسڻ لڳو.

آواز بدستور اچي رهيا هئا، ”سنڌي ۾ ... مادري زبان ...“ پرنسيپال حالتون وڌيڪ خـــراب ٿينديون

ڏسندي، استيج تان لٿو ۽ سڌو شيرو ۽ وٽ آيو. ڪيس ڌ ٻائيندي چيائين، ”مسٽر شير محمد، آءِ سي، گيٽ آئوٽ فرام دُ هال، اَدر وائيز آءِ شل...“

شيرو ۽ ٻي دفعو ٿي چيو، ”ڀُر سر، مون ڪيو ڇا؟ اسين نہ اهو ٿا چئون نہ سنڌ جو ڪاليج آهي، هتي سنڌي شاگرد پڙهن ٿا، انڪري سنڌيءَ ۾ قسم کنيو وڃي، سنڌيءَ ۾ تعليم ڏني وڃي. انهيءَ ۾ اسان ڪهڙو ڏوهہ ڪيو؟“

پرنسيپال شوخ ٿي، منهن ۾ گهنج وجهي، اکيون ڪڙيون ڪري، ٽڪڙو چيو، ”بٽ آءِ سي......“

”نہ ڏينڊس، هي هال ڪنهن جي ذاتي ملڪيت ناهي.“ شيرو ۽ تپ جواب ڏنو.

حالتون وڏيڪ ضابطي کان نڪرنديون ويئون. سڀ شاگرد اُٿي شيرو ۽ جي چوڌاري اچي گڏ ٿيا. پرنسيپال ٽڪڙو ٽڪڙو ٻاهر نڪري ويو.

۽ پوءِ گهڙيءَ ساعت بعد، پوليس آئي. حق گهرندڙن کي دٻائڻ خاطر ۽ شاگردن کي ڇڙوڇڙ ڪرڻ لاءِ، پنهنجو پراڻو هٿيار- ڳوڙها گئس ۽ لنباڙي استعمال ڪيو. شيرو ۽ کي چوڪنبو ٻڌي جيل وٺي ويا، پر جلسو اَڌورو رهجي ويو. ڪو بہ قسم کڻي نہ سگهيو.

... ... ...

شيرو اڃا جيل ۾ آهي. ۽ اسين سنڌي شاگرد وري سنٽين نمبر روم ۾ گڏ ٿيا آهيون، شيرو ۽ جي اڌوري ڪم کي مڪمل ڪرڻ لاءِ- ”جيئي سنڌ“ لاءِ قسم کڻڻ لاءِ.

منير احمد [ڪهاڻي]

# شاهه لطيف، هٿڪڙيون ۽ رسو

محمود، سگريٽ جو آخري ڪش هڻي، ڪيت سان دونهين کي هيٺ لاهي ۽ وري نڪ جي ڦڻهي ناسن مان تيزيءَ سان ڪيڍندي، چيو، ”شاهه نه رڳو صوفي شاعر آهي، پر هو وڏو باغي شاعر به آهي. هن وقت جي دقيانوس روايتن کان بغاوت ڪئي آهي. جڏهن اڪثر شاعر پنهنجي سنڌي زبان کي ڇڏي، عربيءَ ۽ پارسيءَ ۾ لکندا هئا، تڏهن شاهه انهن روايتن کان بغاوت ڪري، سنڌ جي مظلوم عوام ماروئڙن ۽ سانگيئڙن جي سچي پچي زندگيءَ کي پنهنجي ڪلام جو موضوع ناهي، عربيءَ ۽ پارسيءَ بجاءِ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ شعر چيو...“

”پر شاهه بنيادي طور تي، هو ته صوفي نه، ۽ صوفيازم مابعد الطبعيات جي رجعت پسند نظرين مان هڪ ڏکين آهي.“ نثار، محمود جي جولاني طبعيت ۾ وڌيڪ جوش آڻڻ ۽ چيڙائڻ خاطر اسان سڀني کي اڪ ڀري سندس ڳالهائڻ جي وچ ۾ چيو.

۽ محمود کي واقعي جوش اچي ويو، ڪٿي جيون ٻاپڙين ڳاڙهيون تي ويس، جڻ سڄي جسم جو رت، اچي انهن ٻاپڙين ۾ گڏ ٿيو هوس. چڙ مان ڪنڌ کي جهٽڪو ڏئي، تازو دکايل سگريٽ چپن مان ڪڍي، ٻه ٽي ڪش ڪري، هيٺ ڦٽو ڪندي چيائين، ”هون- آڱوٺي جو مٿو. صوفي ته ڪٿي هو، پر پنهنجي مذهبي ڪٽرپڻي مخالف نه ڪئي آهي، اوهان خود سوچيو، ان وقت جڏهن مذهبي ڪٽر پڻو عروج تي هو، چوطرف ملن جو راڄ هو، تڏهن مذهب جي مخالفت ڪرڻ ڪيڏي نه جرئت جو ڪم آهي.“ ائين چئي، بيزاريءَ مان نثون- سگريٽ ڪڍي، آڱوٺي جي منهن تي ٺوڪي دکايو. جوش ۽ ڪاوڙ منجهان هيٺيون چپ ڦڙڪي رهيو هوس. اسين سڀ پنهنجي ڪل کي روڪيو ويٺا هئاسين. انور پنهنجي کل کي روڪي نه سگهيو ۽ محمود کي انجو احساس نه ڏيارڻ لاءِ، مصنوعي طور کنگهڻ لڳو. ڪجهه پلڪ ڪچهريءَ ۾ ماٺ ٿي وئي.

نيٺ انور، ماٺ کي ٽوڙڻ ۽ محمود جي جوش کي گهٽائڻ لاءِ، مصنوئي طور تي سنجيدو ٿي چيو، ”واقعي، شاهه وقت جي رجعت پسندانه روايتن کان بغاوت ۽ مذهبي ڪٽر پڻي جي مخالف ڪري هڪ اهڙي روايت جو بنياد وڌو آهي، جيڪا اڄ به ڪنهن حد تائين ترقي پسند حيثيت جي حامل آهي. سنڌي ماحول، سنڌي عوام جي زندگيءَ جي عڪاسي ۽ سندن رهنمائي، حب الوطني جو سبق، انسان ۽ امن

دوستي، حق لاءِ جدوجهد، شاهه جي ڪلام جا قدر آهن، جيڪي اڄ بہ سنڌي ادب لاءِ اهم آهن.“ جيتوڻيڪ انور، اهي لفظ مصنوعي سنجيدگي منهن تي آڻي چيا، ليڪن سندس اندر جي سچي ٻچي عڪاسي ٿي لڳا. انهن لفظن چوڻ بعد انور، محمود جي منهن ۾ سندس رد عمل ڏسڻ لاءِ ڏٺو ۽ اسان سڀني جون نظرون بہ محمود جي منهن ڏانهن کڄي ويون.

”ها ها، مان تہ چوندس تہ، شاهه وقت جو عظيم ترقي پسند شاعر آهي. هنن جو مطالع ليي ڪونہ، خواه مخواه وچ ۾ ٽنگ اڙائيندا. هون.“ محمود عادت موجب چڙ مان ڪنڌ لوڏي چيو.

نثار، محمود کي چيڙائڻ لاءِ، ٻيو تير اڇلايو، ”تنهن جي معنيٰ تہ شاهه پرولتاري شاعر هو؟“

چڙ ۾ انور جا چپ ڦڏا ٿي ويا، اکين ۾ شور وجهي، نثار ڏانهن تڪڻ لڳو سندس انهيءَ عجيب نموني جي ٺهيل شڪل تي، ڪوبہ کل روڪي نہ سگهيو ۽ سڀني کان ٺهڪ نڪري ويو. ٺهڪن کان پوءِ محمود جو منهن شرم کان ڳاڙهو ٿي ويو ۽ شرم کي پرچائڻ لاءِ، نثار جي منهن ۾ ٽن آڱرين جو ٻجو کهڙي چيائين، ”اچا حرامي تہ تنهنجا ٻچا ٽيندا.“

۽ اهڙي ريت، ڪيفي جارج جي ڪابيءَ پاسي واري ڪنڊ ۾ بحث هلندو رهيو. اسانجي پرسان، ٻي ميز تي هڪ پوڙهو ويٺو هو، جيڪو اسانجو بحث نهايت دلچسپيءَ سان ٻڌي رهيو هو. سندس ڏاڙهي ٻچي هئي ۽ ڊگهي جي پڇ جي چيڙي ۾ وارن جي چڳي وانگر ٿي لڳي. سندس ڏاڙهيءَ جا وار اڌ ٿي اڇا ۽ اڌ ٿي ڪارا هئا. لڳاتار پان کائڻ ڪري، سندس، وات مسلسل چاپڪا ڏئي رهيو هو ۽ ڏاند جي پڇ وانگر سندس ڏاڙهي هيٺ مٿي ٿي رهي هئي. رکي رکي، پنهنجي چست پاجامي جي اڪٽ ۾ ٻڌل سوپارين جي ٻٽوڻ ۽ مراد آبادي تماڪ کڍي وات ۾ وجهي، تڪڙا تڪڙا چاپا پئي ڏنائين. سندس وات بہ ٻٽوڻ وانگر ٿي لڳو. واڇن کان پان جون پڪون وهي، اتي ئي سڪي ويون هيس، ۽ پچڪ ڪري پان جون پڪون اڇلائڻ ڪري، سندس ڪاڏيءَ هيٺان، ڊگهي جي پڇ جهڙن وارن مان، جيڪي اڇا هئا، سي ڳاڙهسرا ٿي ويا هئا. سندس ڇڇين اکين تي گول ڪاون واري عينڪ چڙهيل هئي ۽ مٿي تي ململ جي سبيل هندستاني ٽوپي پهريل هئي. اڪثر ڪري اسين کيس هن هوٽل ۾ ويٺل ڏسندا هئاسين. مان کيس اردوءَ جو ڪو وڏو شاعر سمجهندو هوس. خبر ناهي ڇو، هر چست پاجامون پهريل، پان کائيندڙ ۽ واڇن کان وهائيندڙ، مٿي تي ململ يا هرڪ جي، هٿ سان سبيل ٽوپي پهريل اردوءَ جو شاعر لڳندو آهي!

ڪچهري ختم ٿيڻ کان پوءِ، جڏهن ٻيا سڀ ٻاهر ٿي ٻيٺا ۽ آءٌ دخل تي ويٺل پيٽ ٿلهي ۽ ٿوڙهي مٿي واري ايرانيءَ کي پيسا ڏئي، اڳتي وڌڻ لڳس تہ اهو پوڙهو

منهنجي پر ۾ اچي بيلو ۽ نرڙ نمائي، پنهنجو هٿ نيٺ درٻاري انداز ۾ نرڙ تي آڻي، مهذب نموني چيائين، ”السلام عليڪم.“

”وعليڪم السلام.“

ساڳي ئي درٻاري انداز ۾، ڪنڌ کي لوڏي وري چيائين، ”جناب معاف ڪرنا، ابهي آپ جس ’ساه صاحب‘ کا ذکر کر رهي تي، کيا وه سنڌھ کا اديب هئي؟“

”جي نهين، وه سنڌ کا بهت بڙا انقلابي شاعر هي.“ مون کيس جواب ڏنو.

هو وري ڏند ٽيڙي، ڪلاسيڪل ناچ ۾ لڏندڙ ڪنڌ وانگر، پنهنجي ڪنڌ کي لوڏي، ’هُہ، ه، ه‘ بي معني مصنوعي. کلندي چوڻ لڳو، ”اچا، اچا، بهت خوب. يلا اس ’سائر صاحب‘ کا اسم گرامي کيا هي؟“

”جي.“ منهنجي نرڙ ۾ گهنج پئجي ويا ۽ ڏاڍي خار لڳم. ’ڪيڏا نہ تعصبي آهن،‘ مون سوچيو، ’هندستان مان هتي آئي ويهہ سال ٿي ويا اٿن، ڪائنن دهلوي، لکنوي ۽ بريلوي اچا ڪونہ وسريا آهن، باقي پاڪستان جي هيڏي وڏي ۽ مشهور شاعر جي نالي جي اچا چاڻ ڪانهيس.‘ خير غير سنڌي سمجهي کيس ٻڌايم، ”هماري اس عظيم شاعر کا نام عبداللطيف هي.“

”بڙي مهرباني بابو.“ هو وري ساڳي طرح مصنوعي نموني واڇون ٽيڙي ۽ پان هاڻا ڏند ڪڍي چاپلوسانہ انداز ۾ چوڻ لڳو، ”معاف ڪرنا زناب، جرا تڪليف دي هي آپڪو.“ ’ه، ه، ه.‘ هو کيارڙي کنهي اکتي چوڻ لڳو، ”يلا آپ کيا کام کرتي هين اور آپ کا اسم مبارڪ؟“

عجيب بيوقوف ماڻهو آهي، نہ چاڻ نہ سڃاڻ، ٽورو کلي ڳالهايومانس تہ وڌي وڻ تيئي لڳو. رڪائيءَ ۽ چڙ مان چيومانس، ”آخر آپڪا مقصد کيا هي؟“

”جي.“ هن پنهنجي چست پاجامي جي اڳٺ مان، سوپارين واري ڳوٿڙي ڪڍي، چپٽيءَ سان سوپاريون کڻي، وات ۾ هڪڙي پاسي رکيون ۽ ڳاڙهي گيگ هاٿو آڱوٺو چپن سان اگهي چوڻ لڳو، ”آ.... بس يونهي، مين سنڌي ’سعرا هجرات‘ کي متعلق کچ معلومات حاصل کرنا چاهتا هون. غالباً آپ بي ذوق والي معلوم لگتي هين.“

”ميرا نام ظهير هي اور مين ايگريڪلچر ۾ ڪلارڪ هون.“

”بهت بهت سڪريہ زناب، بهت سڪريہ. جرا تڪليف دي ٿي زناب کو، معاف ڪرنا.“ هو ساڳي نموني نيٺ درٻاري انداز ۾ سلام ڪري، ٽڪڙو ٽڪڙو اڳتي هليو ويو.

”ڇو؟ توسان تہ خير هو. اهو ڇا پيو چوئي؟“ محمود مون کان پڇيو.

مون کيس سڄي ڳالهہ ڪري ٻڌائي، تہ انور اکيان ويندڙ انهيءَ پوڙهي ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”اڙي اهو ڪڳو! اهو تہ سي. آءِ. ڊيءَ جو آهي.“

”هنڌ، سي- آءِ- ڊيءِ جو! خير اسان وري ڪهڙا ٻر پئي ٿاهيا، جو هي ٻڌائيندو. بس، ادبي بحث پئي ڪيوسين.“ مون بي پرواهيءَ مان ورائيو ۽ هرڪو پنهنجي پنهنجي ماڳ ڏانهن ڪَرجي ويو.

ٿن ڏينهن کان پوءِ.

صبح جا اٽڪل ٻارهن ٿيا هئا. مان معمول مطابق آفيس جي ميز تي ڪجهه ڪاغذ اٿلائي پٿلائي رهيو هوس ته، هڪ صوبيدار ۽ سندس پويان ٻه پوليس وارا، آفيس جي ڪمري اندر داخل ٿيا. هڪ پوليس واري جي هٿ ۾ هٿڪڙيون ۽ رسو هو. صوبيدار پنهنجو سينو تاڻي، آئيني وانگر چمڪندڙ بوٽ کي ذرا زور سان زمين تي هڻندو، سڌو هيڊ ڪلارڪ جي ٽيبل ڏانهن ويو هلڻ مهل سندس چال ۾ هڪ عجيب قسم جي ٻي ڍنگائي معلوم ٿي رهي هئي، جنهن مان سندس مصنوعي رعب جي ترڙائي جو اظهار ٿي رهيو هو. صوبيدار ۽ پوليس وارن جي اندر گهڙڻ تي، سڀ ڪلارڪ وائڙا ۽ پريشان ٿي ويا.

”مجهي مسٽر ظهير سي ملنا هي.“ صوبيدار پنهنجي چپن کي ٻي ڍنگائي سان موڙو ڏئي، ساڄو هٿ، هيڊ ڪلارڪ ڏانهن وڌائي، ترڙين نگاهن سان آفيس جي چوڌاري نهارڻ لڳو. ٽي- بيءَ جي مريض هيڊ ڪلارڪ، ڏڪندڙ ٻنهي هٿن سان، صوبيدارجي وڏاين سخت ۽ شيڪيل هٿ کي وٺي، وڏي نيزاري سان چيو، ”تشريف رکين،“ ۽ پوءِ خشڪ چپن تي ڦيري مون ڏي تڪڻ لڳو ۽ چيائين ”ظهير صاحب، اڌر آئين.“

صوبيدار جي واتان پنهنجو نالو ٻڌي، ڀرين ته منهنجي بدن جو رت سڪي ويو، دماغ خالي محسوس ٿيم ۽ آفيس جي هر شي ڏند واري ڏسڻ ۾ اچڻ لڳي. هيڊ ڪلارڪ جي سڏڻ تي، پنهنجي ڪرسي تان اٿي، ڏانهس وڃڻ لڳس ته محسوس ڪيم ته زمين تي نه، بلڪ هوا ۾ اڏامندڙ پن وانگر اڏامي رهيو آهيان. هيڊ ڪلارڪ جي پر ۾ اچي، هڪ ڪيت ڏئي، صوبيدار کي سلام ڪيم. ان وقت محسوس ڪيم پگهر جون بوندون نرڙ تي ظاهر ٿي رهيون آهن.

”مسٽر ظهير آپ هين.“ صوبيدار، ڪاٺي وينڌڙ نظري سان مونکي چڪاسي چيو.

”جي هان، فرماوين.“

هن، پنهنجي قميص جي کيسي مان هڪ ٽائيپ ٿيل ڪاڳر ڪڍي، مون ڏانهن وڌائي چيو، ”مهرباني فرماڪر، اس شخص ڪي گهر ڪا پته همين بتائين. هم آپ ڪي مشڪور هونگي.“ صوبيدار شڪر گذاري جا اهي لفظ به صوبيداري ٺاٺ، رعب ۽ رڪاٽيءَ منجهان چيا. مون اهو ٽائيپ ٿيل پنو وٺي پڙهيو. پڙهڻ سان حيران ٿي ويس. اکين ڏيپ وچان تيز هلندڙ دل جي تيزيءَ واري رفتار نه گهٽ ٿي، جو ڪاڳر منهنجي نالي ڪونه هو؛ پر حيراني دماغ جي مڙني پڙدن تي ڇانئجي وئي، پنو

منهنجي هٿ ۾ ئي رهيو ۽ آئون صوبيدار جي ٽوپيءَ ۾ لڳل چمڪندڙ پنج ڪنڊي تاري کي تڪي رهيو هوس. ڪجهه وقت کان پوءِ احساس ٿيم ته منهنجو سڄو بدن پگهرجي ويو آهي. رومال ڪڍي، منهن تان پگهر اگهيم. مونکي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته آخر هي ڪيئن ٿو ٿي سگهي!! ٽائيپ ٿيل ڪاغذ وري پڙهڻ لڳس. لکيل هو: "ذانهن،

مسٽر شاهه عبداللطيف ـــ سنڌي شاعر.

اوهانکي، باغيانه ۽ مذهب خلاف شعر چوڻ ڪري ۽ ملڪ جي امن امان ۾ خطرو پيدا ٿيڻ جي پيش نظر، گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڪجي ٿو."

"مسٽر ظهير آپ ڪيا سوچ رهي هين، آپ فڪر نه ڪرين، آپکو ڪڇ ڀهي نهين هوگا، آپ صرف اس صاحب ڪي گهر ڪا پته بتادين." صوبيدار، ساڳي رکائي مان، مونکي تسلي ڏيڻ لاءِ چيو.

مون ڪياڙي ڪنهي، جواب ڏيڻ لاءِ ڪنڌ مٿي ڪنيو ته، منهنجون نظرون، سامهون پٽ ۾ لڳل تصويرن سان وڃي اٽڪيون. ساڄي پاسي ڪاري شيروانيءَ سان قائداعظم محمد علي جناح جي تصوير هئي، جنهن ۾ هو مسڪرائي رهيو هو، انجي پرسان قائد ملت لياقت علي خان جو رنگين فوٽو هو، جنهن ۾ زوردار نموني سان پنهنجو مڪو ڏيکاري رهيو هو ۽ ان جي پرسان فيلڊ مارشل ايوب خان جي، فوجيورديءَ سان تصوير هئي. سندس سيني تي ڪافي تعداد ۾ تمغا، ٻلا ۽ رنگين پٽيون لڳل هيون.

صوبيدار بدستور جواب لاءِ منهنجي منهن ۾ تڪي رهيو هو. مون هڪ دفعو وري ٽائيپ ٿيل ڪاغذ پڙهي ۽ ٻيهر پٽ ۾ ٽنگيل تصويرن تي نظر وڌي. مونکي لڳو ته انهن تصويرن جي هيٺان هلڪي سائي رنگ جي پوچيءَ ڏنل پٽ تي ڪا ڌنڌ ۾ تصوير چٽري رهي آهي. انهيءَ تصوير ۾ هڪ باريش شخص هو، جنهن جا ڍڳها ڍڳها وار سخت هوا جي زوزٽ ۾ اڏامي رهيا آهن، سندس ٻنهي هٿن ۾ هٿڪڙيون ۽ ان ۾ رسو ٻڌل آهي ۽ هو وڏا وڏا ٽهڪ ڏئي رهيو آهي.

مون اکيون ٻوٽي، ڪاغذ صوبيدار کي واپس ڏئي چيو، "مين اسڪو نهين جانتا."

۽ صوبيدار اکين ۾ شور وجهي، مونکي تڪيندو ٻاهر نڪري ويو.



ارباب سنڌي [ڪهاڻي]

# منهنجي ماءُ

ڊاڪٽر صاحب هيءَ منهنجي ماءُ آهي، ڪرڙي، زرد ۽ گهنجيل منهن، هڏن تي چم واري، ماس جڻ ڪوئي اندران ئي اندران ڪوري ويو اٿس. پيٽ پٺيءَ سان لڳل، هڏا ظاهر اما پيٽ بکي انگ، اکاڙي منهنجي ماءُ اٿو ڊاڪٽر صاحب.

توهان ڪڇهايس نه ڊاڪٽر صاحب، جواب ڪونه ڏنائين. هڪ هٿ سان رکو پٺي اشاره ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب اهو وڏو درد ڀريو داستان آهي. منهنجي ماءُ جي زبان ڪپيل اٿو ڊاڪٽر صاحب، هڪڙي ٻانهن ويڍيل هي نرڙ ۾ به نوان ڦاڙ اٿس، جن منهنجي ماءُ کي هٿي ڪيرو ڪري وڌو آهي. ڊاڪٽر صاحب هڏن تان لڙڪندڙ انهي چم مان ظاهر آهي ته ٻنهي جي وچ وارو خال ڪنهن وقت گوشت سان ڀريل هوندو ان زردي مان ظاهر آهي تہ ڪنهن وقت اتي لالاڻ هوندي. ڀريل ٻيٽ، چمڪندڙ منهن تي مرڪ واري منهنجي ماءُ، جڏهن ڪنڌ ٿورو مٿي ڪري، پير پير ۾ ڪٽي هلندي هئي ته جڻ ديل پيٺي آڇي. ڊاڪٽر صاحب هينئر به ڏسو نه منهنجي ماءُ جي سنهڙن سنهڙن گلابي چپڙن جي بناوت، جڻ ٻئي مرڪي. اها خوشي يا غم واري مرڪ ناهي ڊاڪٽر صاحب، ان مرڪ ۾ ٽوڪ ۽ طنز ڀريل، احسان جي هٽڙي بدلي واري مرڪ.

ڊاڪٽر صاحب، منهنجي ماءُ هميشه هن حال ۾ نہ رهي آهي، نہ وري ايڏي عمر واري آهي، جيڏي ڏسڻ ۾ پئي اچي. منهنجي ماءُ سکي ستابي، مالوند، پٽن ۽ ڌين واري هئي. منهنجي ماءُ جهون ڏيڙون– منهنجون ڀيڻون، حيا ۽ شرم جون پتليون بهادر ۽ همت ڀريون، ورڪي ووڙڻ لاءِ پتر پيرن هيٺان لنگهاياڻون. مارن سان مليو لٿي ڏاڍ ۽ ظلم جي ڪوٺن جا ڪنگرا ڪيرائي وڌاون. منهنجا ڀائر– منهنجا ڀائر ڊاڪٽر صاحب جاڻتا جوان هئا، هو محنت ۽ همت، علم ۽ عقل، مروت ۽ سچائي جا زنده بت هئا. هو ڏورانهين ڏيساور وڃي، انهي جي رهاڪن کي گهر ڏنا هن، ان اپائڻ ۽ ڪپڙا پائڻ سيکاريندا هئا. وهن جي دڙي جا اڏ ڊنل ڊل منهنجي ڀائرن جي مان ۽ شان جي شاهدي ڏئي رهيا آهن. هو موهن جي دڙي کان ڪوٽڏيجي تائين رهندا هئا. سنڌو جو لڙاليل پاڻي پيئندا هئا؛ ۽ مهراڻ جي ڪناري آبادي ڪندا هئا. آهي هينئر مري ويا آهن.

منهنجي ماءُ، ڊاڪٽر صاحب منهنجي ڀلي سخيائي، ڀرائي کي پنهنجو ڪندڙ، هميشه جهول ڀريل، سوالي کي خالي نہ ڇڏي ٻري ٻري جا، کي اوير کان، کي

انهيءَ ٻولهه ٻڌائي ماني کڻندا اچن. منهنجي ماءُ انهن کي ماني ڏني، ڪين رمن لاءِ گهر
ڏنائين. هڪ صبح کان ورندي صبح تائين ماني ۽ پاڻي هٿ ۾ کنيون وتندي ٻچڙن ۽
ٻرلون کي کارائيندي پوءِ نه پراوا پرلوا نه رهيا. هوءَ به ڪين پنهنجو ٿي سمجهڻ لڳي
پلا منهنجي ماءُ کي پرواهه به ڪهڙي هئي، پٽ فرمانبردار، محنتي ۽ اورچ، ميڙي
چانديءَ آڻي منهنجي ماءُ جي آڏو رکن.

پراوا نيٺ پراوا ٿي نڪتا ڊاڪٽر صاحب، هنن منهنجي ماءُ سان وڙهڻ شروع
ڪيو. منهنجن ڀائرن سان جهيڙو ڪرڻ لڳا نيٺ منهنجن ڀائرن سمجهايون- چاڪاڻ ته هو
امن پسند هئا. ڊاڪٽر صاحب منهنجا ڀائر بهادر هئڻ جي باوجود ڪنهن تي ڪاهي
نه ويا. قرآت ۽ نيل جي رهاڪن کي تهذيب سيکارڻ وارا منهنجا ڀائر، هنن جي ليڙ
کي بيواجبي هٿ نه لاتو. منهنجا ڀائر بهادر هئا نه ڊاڪٽر صاحب انهي ڪري
هنن انهن نيمڪخورن کي ساري پچائي ڪئي. جن امان گهري. انهن کي امان جو
يقين ڏيارياٿون، چاڪاڻ ته هو مروت وارا مرد هئا ائين منهنجي ماءُ جي جان ڇٽي.

ڊاڪٽر منهنجن انهن پالڻن جي گذاري وڃڻ تي منهنجي ماءُ کي بيحد صدمو
پهتو. هر وقت ڳوڙها ڳاڙيندي رهندي هئي، پر اميد هئس ته سندس هي به پٽ منهنجا
ڀائر- رپ ۽ تپ، وڏا ٿي کيس اڪيون اوج ڏياريندا: پر منهنجي ماءُ جي اميد پوري
نه ٿي ڊاڪٽر صاحب، منهنجا ٻي به وڏا ڀائر نافرمان، ڪمچور، سست، هڪ ٻئي سان
ساڙ ۽ جهيڙو ڪندڙ. هي ڏکيو هڪ ٻئي سان وڙهي پاڻ- گهر ۾ وڙهيا، رستن ۽
بازارن ۾ وڙهيا. ڪوئي ڪو چڱو ڪم نه ڪري، پيو جيستائين ڪنڌ ۾ قيرائي نه
هئيس، تيستائين ڪٿي ڇڏينس! منهنجي ماءُ کي ڏکن اچي ورايو. اندر ۾ غمن جي
باهه لڳي ويس، رت تيل وانگر پيو ٻريس، منهنجي ماءُ وٺي نچهرندي، ته به اميد
هئس ته ڪين سمجهه ايندي.

ان وچ ۾ اهي اچي نڪتا ڊاڪٽر صاحب اوپر کان ڪارا ڪارا ڪٽ، وٽن
جي پٺن تي ميڙهي جو ڳارو ڏئي کائيندا وتن ٺوڪيندا. هو ستايل هئا ڊاڪٽر صاحب،
پنهنجي ديس ۾ مار پئي هئن منهنجي ماءُ جي رحم پلئو ڪاڏو هنن کي گهر ڏنائين،
اٽو ۽ لٽو. هنن ٿورو مڃيو ڊاڪٽر صاحب، وفاداري جو عهد ڪيو، منهنجي ماءُ کي
سندن واعدي تي اعتبار هو.

منهنجا اهي ٻئي ڀائر رپ ۽ تپ وڙهندا ئي رهيا ڊاڪٽر صاحب، هر وقت
هڙ هند آيلن سان هڪ ٻئي جي گلا ڪرڻ لڳا کيس ڪياٺون هڪ ٻئي تي، مارڻ
جون ڌمڪيون ڏناٺون. منهنجي ماءُ ڳرندي وئي، غمن جي وهڪرن منهنجي ماءُ جي
ٻهڪندڙ منهن ۾ گهارا ڪري وڌا. رپ ۽ تپ پنهنجي ٻنهي ڀٽن کي سمجهايائين
پر منهنجي ماءُ جو هر آواز نقار خاني ۾ طوطي جي آواز وانگر بي اثر رهيو. آيل،
هن ڊاڪٽر صاحب، آيل پهريائين ته منهنجن ڀائرن جي بيوقوفائي تي کلندا هئا پر پوءِ

منهنجو مطلب سمجهي آيو منهنجن ڀائرن جي پٺ ڀرائي ڪرڻ لڳا، رب ۽ تپ منهنجن ڀٽي ڀائرن جي جدا جدا خوشامد ڪرڻ لڳا. آيلن منهنجي ڀائرن جي جهيڙن، منهنجي ماءُ جي ٻيوسي جو فائدو ورتو. گهر ڦٻائيندا ويا، ٻنين تي قبضو ڪندا ۽ ڪنهن ڦٽ ڪاوڙجي منهنجي ماءُ جي ٻانهن ڪپي وڌائون. منهنجي ماءُ هڪ دردناڪ چيخ سان ٻهوش ٿي وئي ڊاڪٽر صاحب. منهنجن ٻنهي ڀائرن مان ڪنهن به نه ڪجهه ڊاڪٽر صاحب، اعتراض ٿي نه ڪيائون پنهنجي ماءُ ۽ وڏ ماڻهپي جي بچاءُ لاءِ آيلن سان اهم ڪيائون. هڪ ٻئي کي هيسائڻ جو اهوئي طريقو ڳولي لڌائون.

منهنجي ماءُ انهن رب ۽ تپ کي وري سمجهايو، ڪين ايندڙ خطري کان گاهه ڪيو. هو پنهنجي ۾ پورا رهيا. منهنجي ماءُ جي سرخي ختم ٿي وئي، پيراڻ چي واسو ڪيو. گوشت چچڙا ٿي پيو، ڇم هڏن تي لڙڪڻ لڳس ڊاڪٽر صاحب. منهنجي ماءُ جو اهو ڦٽ اڃان مڙيو ٿي ڪونه هو ته اها ٻاڙي واري طلاق رن آهي ـ (منهنجي ماءُ جا پيٽ ۾ ٽڪر اٿس) منهنجي ڀائرن جي بزدلي جو فائدو ورتو. انهي ڏينهن گهر ۾ زوري ٽپي، آيلن جي چرچ تي منهنجي ماءُ جي زبان ڪپي وڌي، منهنجي ماءُ بولاٽي ڪاٽي وجهي ڪري. پر ۽ پنهنجن پٽن جي مدد سان ڪٽي وجهي منهنجي ماءُ کي پنهنجي پورهيت ڪيو اٿس. منهنجن انهن ٻنهي ڀائرن رب ۽ تپ کان پنهنجي ماءُ همدردي ۾ هڪ اکر به نه نڪتو. ڪير ڪجهي ڊاڪٽر صاحب؟ هڪڙن جو ڪيسو گرم ڪيائين ٻين کي ڏڙڪو ڏنائين هاڻي منهنجو ماءُ انهي طلاق رن جا ٽانو ساچيندي آهي، ۽ گهر کي ٻهاري پائيندي اٿس اسانجو گهر به آنجي حوالي.

منهنجا ڀائر اڃان به وڙهندا رهيا. رڳو پاڻ ۾. هر هند گهٽي ۽ بازار ۾ اڄ به وڙهيا منهنجي ماءُ جي سامهون. ان وقت منهنجي ماءُ ان طلاق رن جي گهر کي ٻهاري پائي رهي هئي. هڪ ٻئي کي گار گند ڏيندا وجهي لنيون ڪنيائون ماءُ جي آنڊن ۾ وڪڙ پيو، مامتا اٿل ڪاڏي چاتائين ته هئي هڪ ٻئي جا مغز ڦاڙي وجهندا. ٻهاري ڦٽي ڪري ڊوڙندي آئي هڪڙي ٻئي ڏانهن لٺ اڇلي، هو نڪري ويو، منهنجي ماءُ وچ ۾ اچي وڃي؛ ڏکاءُ نراڙ واري لٺ ٿي ويس، منهنجي ماءُ ٿُت ڪاٽي وجهي منهن ڀر پٽ تي ڪري. ڊاڪٽر صاحب نرڙ مان نڪتون رت انهن ٻن ڦاڙن مان وهي رهيو اٿس منهنجي ماءُ هتي بي سرت پئي آهي ڊاڪٽر صاحب منهنجا ڀائر اڃان وڙهندا هوندا. سائيں ۽ جي سڪاريل، شاهه جي دعاگير، اڄ بي يارو مددگار زنده لاش بڻيل ـ اها منهنجي ماءُ اٿو ڊاڪٽر صاحب. هي ننڍڙا ننڍڙا معصوم ڙا جيڪي دانهون ڪوڪون ڪري رهيا آهن، منهنجا معصوم ڀائر ۽ ڀينرون آهن. مي جوان ٿيندا ڊاڪٽر صاحب، هنن جي جواني منهنجي ماءُ لاءِ بهتر ڊاڪٽر ٿي سگهندي هو پنهنجي رت ڏئي منهنجي ماءُ کي جواني، ۽ نئين زندگي بخشيندا. ●

ارباب سنڌي

ڪھاڻي

# ھي ماڻھو وه جو ڏيک ٿيا

جڏهن هن اک پٽي ته ان وقت سج ڪافي مٿي چڙهي آيو هو. هن کي ڪلاڪ ٻن ننڊ ڪئي هئي. هاڻي آرام محسوس پيو ڪري. هن جو ٽڪ ڪجهه گهٽيو هو. ڪيس اڃ ۽ بک به لڳي هئي. اٿي هيڏانهن هوڏانهن نظر ڪيائين، چوڌاري رڃ ۽ ويراني هئي. حد نگاهه تائين واريءَ جا ننڍا ۽ وڏا دڙا، جن جي پليان نگاهه وڃي نه پئي سگهي. هن نوڙي پنهنجي رائفل ڪنڌي تي چنگهه، مان ٽاٽ نڪري ويس، مضبوط پٽيءَ مان به رت سمي نڪتس. "هن حصي کان ته مان گهڻو واقف ڪونه آهيان، ساٿي الائي ڪٿي آهن؟ دشمن ڪٿي هجي؟" هو ڇرڪيو. "اڃان سريءَ ۾ ساهه آهي، مات مور نه ميڄي آهي. پر پاڻيءَ جا ٻه ڦڙا تلاش ڪيان." هن خيال ڪيو. "موت!" هو مشڪيو. "منهنجو موت نئين زندگيءَ کي جنم ڏيندو. دشمن جو موت سندس انت آڻيندو." هن چپن تي زبان ڦيري. ڪجهه سوچيندو رائفل ڪلهي تي رکي سڄو ڪي همت ڏيئي لڳائيندو، آهستي آهستي قدم کڻندو اڳتي وڌندو ويو. هڪ منزل — دشمن جو انت، بندوق جي ناليءَ مان گوليءَ جو رستو ٻي منزل — پاڻيءَ جي تلاش، واري ۽ رڻ جو رستو. سج مٿي چڙهندو آيو. هر ورک اڳلين کان وڌيڪ سخت ۽ تيز. سج آڳ پيو اڇلي ۽ لڪ پئي لڳي. هو وڌندو ويو، ساڳي رفتار، پاڻيءَ جي تلاش، دشمن جي ڳولا. بک جي ايتري پريشاني ڪونه هئي، جيتري اڃ جي، پر همت، عزم ۽ حوصلو هن جي رهبري ڪندا رهيا. هو هلندو رهيو. ڪڏهن ڪنهن واريءَ جي دڙي تي چڙهي چوڦير نظر ٿي ڪيائين، ڪٿي ڪٿي پاڻيءَ تي نظر پوي، هو تازو ٿئي، دشمن تي مارو ڪري، دشمن تي سخت حملا ڪري. هن جا وڏا به دشمن سان وڙهيا هئا، صفن ۾ بيهي، هڪ ٻئي کي چيلهن ۾ ٻڌڪا وجهي زنجير پيرن ۾ وجهي، جيئن دشمن جي اڏو پٺ نه. هن جهڪي پنهنجن وڏڙن کي سلام ڪيو. "جيڪي موت جي منهن ۾ وڃن تن تي سلام، جيڪي ڌرتيءَ لاءِ جيئن، ڌرتيءَ لاءِ مرن، تن کي سلام." "مان پاڻيءَ جا ٻه ڦڙا پيان، جيئن دشمن جو انت آڻيان."

هو اڳتي وڌندو ويو، هلڪا هلڪا قدم کڻندو. سج اڃان مٿي چڙهي آيو هئو. گرمي وڌندي پئي وڃي، هوا تي واري اڏامي هن جي اکين ۽ وات ۾ پئي پوي. نڙي خشڪ ۽ چنگهه مان ساهه چڙهندو پيو وڃيس. بندوق جي ٽڪاءَ تي هو هوشيار ٿي ويو. پسو ۽ لڪا لوڪي وڌي ويئي. "هن ڌرتيءَ جا ويري ۽ هن ڌرتيءَ جا ويري وڙهن پيا." هو مرڪيو. دشمن سان مقابلي جو وقت اچي ويو هو. هن نظر ڪئي، وٽس اڃان گهٽيون ٿي

گوليون هيون، هو اهڙن ڪيترن ئي دشمنن کي موت جي ننڊ سمهاري ڇڏي سگهيو. هن ڪيري وانگر "ڪهوڪهو" ڪئي. آواز بندوقن جي ٺڪائن ۾ جذب ٿي ويو. هو منجهي پيو ته دشمن هيٺ پاسي يا هيٺ پاسي. چست ولي موقعي جي تلاش ۾ رهيو. هو بيچين ٿي رهيو هو، دشمن انهيءَ کان بچي نه وڃي. هن آواز ٻڌو جنهن کان کيس هميشه ڪراهت ايندي هئي. هو هڪ پٿر کان ٻي پٿر ڏانهن وڃي ڏڙا ڏڙ فائرنگ ڪندو رهيو. دشمن هن اوچتي حملي کان پڇڻ لڳو. گوليون وڏڙي وانگر مٿس وسڻ لڳيون. هڪڙي گولي زوڪاٽ ڪندي سندس ڀاڳهن جو هڏو ڇيندي، واريءَ جي ڍپ ۾ گم ٿي ويئي. سندس اکين آڏو تڙورا اچي ويا. دشمن جو هڪڙو سپاهي هن جي اڏو لنگهيو. هن آخري گوليءَ جو ٺڪاءُ ڪيو. دشمن دانهن ڪري ڪري پيو. هو بي سُرت رائفل مٿان ڍرڪي پيو.

جڏهن هوش ۾ آيو ته ميدان خالي هو. جتان ڪٽيان ڪنجهڻ ۽ ڪرڪڻ جو آواز پيو اچي- سُو اٿيو. آچ ۾ وڌيڪ شدت اچي ويئي هئي. گهٽي رت وهڻ ڪري مٿي ٽي چڪر پيا اچنس. آهستي وڃي دشمن جي مقتل ۾ نيم مرده سپاهين وٽ پهتو. هڪڙي همٿ جي اشاري سان پاڻي گهريس. "هن ڌرتي تي پاڻي ڪونهي." هن چيو، "هن ڌرتيءَ تي هن وقت جتي ڪٿي رت جا نالا ٿا وهن." هو اڳتي وڌيو، پنهنجن سائين وٽ وڃي پهتو، جيڪي جيجل جي جهوليءَ ۾ ازلي ننڊ ستا پيا هئا. "مان بس تنهنجي هنج ۾ ايندس جيجل، پر جلدي نه... اڃان دشمن آهي... جيجل اڃان دشمن آهي."

سج ڪاپار تي هو ۽ ڌرتي تنور ٿي پيئي هئي. گرم هوا هن جي چهري ساڙيندي واري اڏائيندي رهي، هن ڪپت ڏني جيڪا خشڪ نڙي کان هيٺ وڃي نه سگهي. هن گولين جا پٽا ڪٽي رائفل ڪلهي تي رکي آخري دفعو پنهنجن سائين تي نظر ڪري جهڪي انهن کي سلام ڪري آهستي وکون کڻندو اڳتي نڪري ويو.

هو وڌندو رهيو- آچ جي شدت، پاڻيءَ جي تلاش، دشمن کان ڌڪار، بي پناه نفرت، جيجل جي اجڙيل سينڌ سنوارڻ جي ڀرپور تمنا. رائو رڻ، تتل واري، سج جا آلا آچ ۽ ٻڪ، ٽڪ، ڳاءِ مٿان گهاءُ هو. تڏهن به چپن تي مرڪ، همت ۽ عزم هو. اڇي ڪپڙن جي جهنڊ جي چانو ۾ ويٺو. مٿي کي ٻانهن ڏني، رائفل پير ۾ رکي، گهڙي ڪن لاءِ اکيون ٻوٽي ڇڏيائين. آنجهي نه مانجهي، سنگتي نه ساٿي، آرهڙ ۽ جهولو. هن ڌرتيءَ کي چيو: "او ڌرتي! او ماتا! تنهنجي سيني تي دشمن جا پير، ڪپي ڇڏيندا سين، وڍي ڇڏيندا سين." سُو اٿيو ٽڪل ٽڪل، بوجهل بوجهل وکون کڻندو، پٽن جي اڻ کٽ سلسلي مان منزل جي تلاش ۾ اڳتي وڌندو رهيو. واريءَ تي ٽڪل پيرن جا نشان ٺهندا ۽ ڊهندا رهيا. واريءَ تان اٿندڙ پير ڪي هويان جڻ ڪنهن زنجير وڃي ٻڌي ڇڪيو. تنهن هوندي به هو هلندو رهيو.

"خبردار! بيهي رهه." پٺيان کو آواز آيو. هو تيزيءَ سان آواز طرف رائفل سڌي ڪري بيٺو، پر سامهون ڪو به ڪونه هو

”دشمن بزدل آهي“، هن سوچيو. ”دشمن للڪاري ٿو پر مقابلي لاءِ تيار ڪون ٿو ٿئي.“ هن ٿوري ڪن انتظار ڪيو پوءِ آهستي آهستي وکون کڻندو اڳتي وڌندو رهيو. پٺيان ڪيري جي آواز ۾ گهوگهو پڌائين. هو جوش ۽ ڪاوڙ ۾ پٽ تي جهڙهي مٿي ٿيو. هن جي سامهون هڪ نوجوان رائيفل ڪلهي تي رکيو، ڪيس ڏسي رهيو هو. هو ڏند ڪرٽيندو نوجوان جي سامهون ويو. نوجوان جي ڳاڙهي ڳل تي لڪاءُ لپاٽ ڪرايائين. ”تون بزدل آهين. للڪاري مقابلو ڪرڻ وارو نه آهين. تون هن مائيءَ جو لال نه آهين. هن مائيءَ جي ڪک مان پيدا ٿيل لال کي مارڻ به ايندو آهي ته مرڻ به. هو پٺ ڏيڻ نه ڄاڻن.“ هو يڪساهيءَ چئي ويو. نوجوان چپ چاپ بيٺو رهيو. ٻهريون دفعو هن جي اکين ۾ به لڙڪ لڙي آيا، جڏهن ڌاميءَ جهڙي تتل ڌرتي تي سج ٻاهر جا آلا پيو اڇلي، جڏهين هو اڄ ۽ ٻڪ کان بيحال دشمن آڏو جبل جيان بيٺو هئو، انوقت به هنجي همٿ کي لوڏو ڪونه آيو هو. هو ڪنڌ هيٺ ڪري پوئتي موٽيو. ”مون کان غلطي ضرور ٿي آهي پر تون منهنجا به ٻه لفظ ٻڌندو وڃ“، نوجوان چيو. هن مڙي نوجوان کي ڏٺو، هن جي پرعزم چهري تي اڃان به نفرت جا نشان هئا. ”مون سمجهيو ته تون پاڻ پنهنجن سائين سان غداري ڪري، جيجل کي نجائي پڳو آهين“، نوجوان چيو. ”مون توکي للڪاريو، اهو ڏسڻ لاءِ ته تون پاڇوڪڙ آهين يا مقابلو ڪرڻ وارو. پر جڏهين تو مڙي للڪار قبول ڪئي ته مان تنهنجي همٿ کي داد ڏنو.“ هن ٻنهنجي ٻانهن ڊگهي

ڪئي ۽ نوجوان اچي هن کي ڀاڪر وڌو. ٻنهي جي منهن تي اطمينان ۽ سڪون هو. ”تون ڪافي ٿڪل پيو لڳين، مون سان هل، اسانجي گهر ڪجهه آرام ڪر. اسانجو ڳوٺ اهو سامهون آهي. ها، تون اهو به ٻڌاءِ ته تون پاڻ ڪير آهين، تون دشمن سان ڪيئن مقابلو ڪيو ۽ لوئيءَ جي لڄ رکي.“ هو ڳوٺ موٽيا ۽ هن دشمن خلاف پنهنجي تازي ڪارروئيءَ جو بيان شروع ڪيو:

مان هڪ اسڪول ۾ ماستر هوس. منهنجو نالو وريام آهي. جڏهن منهنجو ديس ڌارين جي ور چڙهيو انوقت ٿهر جوان هوس. ميٺي ظلم ڏسندو هوس. جڏهين اسانجا پڪل فصل اسان جي ديس واسين کان کسيا ويا ۽ منهنجا ديس واسي به ڳوڙها ڳاڙي ڪنڌڙيءَ ۾ چپ چاپ ويهي رهندا هئا، اهو به مون ڏٺو ۽ جڏهين وري اسان کان جيجل جي لولي کسي ويئي ان وقت به ڪا ڀاڦور ٻاهر ڪانه نڪتي، ته مان اندر ئي اندر ڪڙهندو هوس. منهنجو تاريخ مان ايمان نڪري ويندو هئو ته هن ڌرتيءَ جي پيٽ مان ڪي ڌرتيءَ جي آزاديءَ لاءِ سر ڏيندڙ سرويچ به پيدا ٿيا هئا. مونکي اها به پرين ۽ ديون جي آکاڻين وانگر ڏند ڪٿا لڳندي هئي ته هن ڌرتيءَ تي به ڪو غيرت ۽ همٿ، وطنيت ۽ شجاعت جو پيغام ڏنو آهي. دشمن روز بروز چٽو ٿيندو پيو وڃي ۽ منهنجا ديس واسي، آفيمين وانگر ٿيڙ پيا ڪائن. هڪڙو ڏينهن پوءِ اهڙو به آيو جو شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ ۾ جلسا ٿيا ۽ جلوس نڪتا. ”شال وسي هي ديس شال جيئي هي ديس اسانجو، شال جيئي هيءَ ٻولي، جيجل ڏني جنهن ۾ لولي.“

مون صدين جي پراڻي تاريخ وري پڙهي، مون کي ڪو نئون سج اڀرندو محسوس ٿيو، مون محسوس ڪيو ته هي - هن ديس تي ڇانيل اونده کي نهوڙي نيندو. جلوسن تي لٺين ۽ گولين جا وڪارا اخبارن ۾ پڙهندو هوس، پر ذهن ۾ اهو سوال هميشه اٽڪندو هو ته هي معصوم هٿين خالي منهنجي ديس کي رتي ريٽو ڪري سگهون ٿا پر دشمن جو انت آڻي سگهندا يا نه؟ منهنجي سامهون هڪڙو هيءُ به واقعو ٿيو ته اسان جي اسڪول جي معصومن جلوس ڪڍيو. مان اسڪول جي دروازي تي بيٺو هوس. پوليس ٻارڙن کي جلوس ڪڍڻ نه پئي ڏني ۽ معصوم، جيجل جي ٿيج لاءِ نعرا بم هڻن پيا ۽ پوليس تي ٺڪر ۽ پٿر به اڇلين پيا. ائين پوليس گولين جي بوڇاڙ ڪئي. هڪڙي ابهم کي جو سيني ۾ گولي لڳي ته هو بولاٽي کائي اچي منهنجي پيرن ۾ ڪريو. مون کڻي هن کي سيني سان لاتو. هن جهيڻي آواز ۾ ڌرتيءَ جو نعرو هنيو ۽ اکيون پوري ڇڏيون. پوءِ هڪ واري اخبار ۾ پڙهيم ته ڪن ڏاڙيلن بئنڪ ڦري آهي. ٻئي واري پڙهيم ته ڪو پوليس جو ٿاڻو ڦري ويو. مون ۾ هنن نون ڏاڙيلن لاءِ چاهه پيدا ٿيو. اهڙا ڪيترا ڏاڙيل پيدا ٿي پون. ٻار ۽ ٻڍا، مرد ۽ عورتون. مان به ڏاڙيل ٿي ويس - منهنجي ديس جا اڻموٽ جوان. ان ڏينهن اسان چئن ڄڻن کي حڪم مليو هئو ته اسان دشمن کي خوراڪ ۽ بارود پهچڻ واري رستي کي ڪٽي ڇڏيون. پروگرام مطابق اسان واهه جي پل ۽ رستي جو حصو بارود سان اڏائي ڇڏيو - انوقت دشمن جي هڪڙي گشتي دستي اسان تي اوچتو

حملو ڪيو منهنجا ٻه ساٿي اتي جو اتي شهيد ٿي ويا. مونکي ڄنگهه ۾ گولي لڳي. ۽ ٽيو ساٿي مونکان وڇڙي ويو. پانهن ٻئي مقابلي ۾ پڄي پيئي -

اوطاق ۾ هن کي بسترو وڇائي ڏنو ويو. هلڪو ڪاڏو به ڪارايو ويو ۽ ٻئي ڪئي ويئي. شام جو جڏهن هو آرام ڪري اٿيو ته ڪنهن خابرو خبر آندي ته دشمن اڄ وڏي ڪٽڪ سان هن ڳوٺ تي حملو ڪرڻ وارو آهي چاڪاڻ ته دشمن کي خبر پئجي ويئي آهي ته محب وطنن جو هي اهم اڏو آهي، انهيءَ ڪري اسان کي جلدي تياري ڪرڻ گهرجي ته ڳوٺ جيئن دشمن جي هٿ ۾ نه وڃي. سڀئي جوان ڪم کي لڳي ويا. ڳوٺ کي بچائڻ لاءِ مورچا ٺاهڻ ۽ ڪي بارودي سرنگون کڻي گهڻو اڳتي ڳوٺ ڏانهن ايندڙ رستن تي وڇائڻ ويا ۽ پر پاسي ۾ مورچا ٻڌي ويٺا. ڪي وري ڳوٺ جي چوڌاري ان خيال کان ته متان دشمن ٻهرين کان بچي اچي ڳوٺ کان نڪري ته ان جو اتيئي انت آندو وڃي. ڪائنات ۾ خاموشي هئي. آسمان ۾ تارا ٽم ٽم پيا ڪن ۽ ڌرتيءَ تي تڏين ۽ تنڊين جو سريلو آواز هئو، ڪڏهن ڪنهن وڻ تي ويٺل پکيءَ جي پرن ڦٽ ڦٽ ڪئي ٿي. نه ته هڙ جو سناٽو هو. آڌيءَ ڌاري جو لارين جي گڙگڙاهٽ جو آواز آيو ۽ محب وطن چوڪس ٿي ويا - لاريون سرنگن سان ٽڪرايون ته بارود جي ڌماڪن سان ڪائنات جي خاموشي ٽٽي پيئي. هوا ۾ بارود جي ڌپ اچي ويئي ۽ پکي وڻن تان دانهون ڪندا اڏاڻا. دشمن جون ٻه لاريون اڇلجي وڃي پرتي ڪريون جن ۾

ٻاهه پئي ٻري. محب وطن جي مشينن گنن ۽ رائيفلين سان دشمن جا ڪيترائي سپاهي ڪري ٿي پيا. دشمن جا باقي سپاهي مورچا ڇڏي ٿي ويا. دشمن جي پاري تعداد سان ٿورا محب وطن مقابلو ڪري رهيا هئا. رائفلن جي ٺڪائن ۾ اڳتي ڌڪيندا ويا. محب وطن ديس جي ڌرتيءَ تان قربان ٿي چڪا هئا. جڏهن دشمن ڪوٽ کي ويجهو پهتو ته ان مهل پرهه ڦٽي هئي. دشمن خوشيءَ ۾ مست اڳتي وڌي رهيو هو ته گولين جي بوڇاڙ سان دشمن جا ڪيترائي سپاهي ڍهندا ويا. دشمن هن اوچتي حملي کان ڏچي پڇڻ لڳو پر پوءِ پنهنجو گهڻو تعداد ڏسي وڌڻ لڳو. ٻنهي پاسن ڌانهن گولين جي گونجار هئي. وريام ٻه ڪڙي مورچي تا محب وطن کي هدايتون ڏيندو رهيو. محب وطن زوردار حملو ڪيو ۽ دشمن ۾ ڪاڪوڙو مچي ويو. جنهن وقت سج ڪني ڪڍي انوقت دشمن پوئتي هٽڻ لڳو. محب وطن هن کي ڌڪيندا آيا. دشمن پيو وسيلو نه ڏسي ڀڄي پڇڻ لڳو. انوقت ڪا گولي وريام جو سينو چيري ڌرتيءَ ۾ جذب ٿي وئي ۽ هو نندا ڪڙي ٻار وانگر آخري او ٻاسي ڏئي جيجل جي جهوليءَ ۾ آهلي پيو-

مشتاق احمد شورو

ڪهاڻي

# نيهن سندا نـاسور

رشو رات مري ويو، سندس پونگي جي ٻاهران ماڻهن جو ميڙ لڳو پيو آهي ۽ هن لاءِ ڪوبہ لڙڪ لاڙڻ وارو ڪونهي. ڇاڪاڻ تہ سندس دنيا ۾ ڪير ڪونهي سڀن جي چهرن تي غم جو ڪوڙو نقاب اوڍيل آهي. نقلي ڏک آهي، ٿوري وقت لاءِ ڪوڪلي رسم نباهي رهيا آهن. سڀ ڍونگ. ماڻهو جيستائين جيئرو آهي تيستائين سڀ سندس گلا غيبت ڪندا آهن. گاريون ڏيندا آهن. آواره، بدمعاش، غنڊو، لوفر، ڪافر، بيڪار ۽ بيڙو سڏيندا آهن. گاريون ڏيندا آهن. مرڻ ڪانپوءِ سڀ شريف، نيڪ ۽ مومن سڏيندا آهن. جي خاصيتون نہ هونديون آهن سي بہ مڙهيندا آهن. ڇاڪاڻ تہ هو صرف لاش هوندو آهي. بي جان هڏن جو پڃرو. بي ڪمو مڙدو هوندو آهي، جنهن تي جيئرا ماڻهو رمارڪ هڻندا آهن.

رشو ننڍو هو تہ ڊبل نمونيا ٿي پئي هيس تڏهن ڊاڪٽر چيو هو تہ، هن جا ڦڦڙ ڪمزور ٿي ويا آهن، جيڪڏهين بيڙيون پيتائين تہ ڪنهن بہ وقت مٿس سلهہ جو حملو ٿي سگهي ٿو.'

ان ڏينهن کان وٺي پٽس ڏاڍو خيال رکندو هوس. گهر ۾ ڪوبہ بيڙي ڪون پيئندو هو، نہ ٿي هن جي منهن تي ڪنهن بہ ڪي بيڙي پيئڻ ڏني ويندي هئي. سندن واهيءَ سومار پلجي هن جي سامهون بيڙي پيتي هئي تہ پٽس سومار کي ٻہ ٽي ڏک هڻي ڪڍيا هئا. ۽ رشو کي ڪڇ ۾ کڻي سمجهايو هئائين، "پٽ بيڙي خراب آهي. جيڪي ماڻهو بيڙي پيئندا آهن تن جو جگر سڙي ويندو آهي."

"بابا پوءِ سومار جو جگر ڇونہ ٿو سڙي؟ هي تہ سڄو ڏينهن پيو بيڙيون پئي."
هن پڇيو هو.

"ان جو جگر بہ هڪ ڏينهن سڙي رهندو. ڏس سڄو ڏينهن پيو رڳو کنگهي ۽ ساوا، ساوا کانگهارا پيو اڇلي." پٽس سمجهايو هوس.

"بابا جگر ڪيئن ٿو سڙي؟ اندر ٽانڊو تہ ڪونہ ٿو وڃي. رڳو دونهون ٿو وڃي."

"پٽ دونهون اندر ويندو تہ ان جي ڪري جگر ڪاراٽجي سڙي پوندو آهي."
پٽس نرڙ تي چمي ڏيندي چيو هو.

"بابا جگر سڙندو تہ ڇا ٿيندو؟"

”ماڻهو مري پوندو.“

”پوءِ.... آئون ڪونه پيندس.“ هن پٽس جي ڇاتي ۾ منهن لڪائي ڇيو هو.

رشو سڄو ڏينهن ساران سان ڪڍندو هو. ساران سندن ڪمدار جي ڌيءَ هئي. پٽن تي، واهن جي ڪپن تي، ساون وڻن جي هيٺان، سونا جي پيڳن گهر ۾ سڄو ڏينهن گڏ رهندا هئا. هڪيڙي کي ڏاڍ ڀائيندا هئا. جڏهن به رشو جو پيءُ شهر مان ڪا شيءِ وٺي ايندو هو ته رشو پهرين ساران کي ڪارائيندو هو، پوءِ پاڻ کائيندو هو. سانوڻ جي مند ۾ جڏهن واهه وهي آيا هئا تڏهن ساران رشو کي چيو ’رشو واهه وهي آيا آهن، هل ته ڏسون هلي.‘ واهه جي اپ ڪپري تان ساران جو پير ترڪيو، ڪرندي رڙ ڪيائين: ’رشو....‘ رشو واهه ۾ لپ ڏنو. سومار ڊوڙي آيو. رشو کي ڪيڏي ڪپ تي ويهاريائين. رشو وري پاڻ کي واهه ۾ اڇليو. سومار رشو کي ڪٽي واهه کان پري ڇڏي آيو هو. جڏهن ساران کي ڪڍيائين، ان وقت ساران مري چڪي هئي.

رشو ساران جي ڪٽ پرسان وهي رنو هو. ساران جي ٻانهن ۾ هٿ وجهي چيو هو. ’اٿي ساران ته ڪڏون.... اٿي.... ساران.... ساران.... اٿي. اٿي نه ته آئون تو سان ڪاوڙجي ويندس.‘ پٽس جهلي ڪڇ ۾ ويهاريو هوس.

”بابا، ساران اٿي ڇو نٿي؟“ هن پٽس کان پڇيو هو.

”ساران مري وئي آهي، مئل ماڻهو وري نه اٿندو آهي.“

”ماڻهو مري ڪيڏانهن ويندو آهي؟“

”خدا وٽ.“

”خدا ڪٿي آهي؟“

”مٿي آسمان تي.“

”بابا ماڻهو مرندو ڪيئن آهي؟“

”ان کي خدا ماريندو آهي.“

”پر بابا ساران ته مونسان ڪڍندي هئي، هاڻ مونسان ڪير ڪڍندو بابا تون خدا کي چئو ته ساران کي نه مار.“

”خدا ڪنهن کي ماري وري جيئرو ڪونه ڪندو آهي.“

”بابا خدا جي ڌيءَ کي ڪير ماري ته پوءِ؟“

”بابا، آئون وڏو ٿيندس پوءِ خدا کي ڪهاڙي هڻندس.“

”نه پٽ ائين بار اهڙيون خراب ڳالهيون ڪونه ڪندا آهن. نه ته خدا ڏمرجي پوندو. اڄ تائين خدا کي ڪير به ماري ڪونه سگهيو آهي.“

”بابا، تڏهن خدا به ڪو قتل ڌاڙيل جهڙو آهي. قتل به رڳو ٻين کي ماري، ان کي ته ڪير به نٿو ماري سگهي، ڪيئن نه بابا.“ پٽس ڪوبه جواب ڪونه ڏنو.

ساران کي مقام ۾ ڏڪي جڏهن واپس وريا ۽ پنهنجي گهر آيو ته رشو پڇيو هوس ”بابا خدا ماڻهن کي چاقوءَ سان ماريندو آهي؟“

”نه پٽ سندس وڏي ملائڪ عزرائيل کي اماڻيندو آهي ته هن ماڻهو جو ساهه ڪڍي اچ.“

”بابا، ڀلا ڪو خدا کي نٿو ماري سگهي ته وڏي ملائڪ کي ته ماري سگهجي ٿو؟“

”نه پٽ هو ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو آهي.“

ان وقت ڏاڏينس مراقبو ڇڏيو هٿ ۾ تسبيح کنيو مُصلي تي ويٺي چپ چوريا، تنهن چيو، ”پٽ کي منهن نٿو وجهين وري مٿن ڪافرن جون ڳالهيون پيو ٻڌائينس آئون ته ڀانيان ٿي ته نينگري تي ڪو شيطان جو ڇانالو پيو آهي. سڄو ڏينهن ٿو سائن وٽن هيڏانهن ڪري. نما شام مهل به سائن وٽن ۾ ٽنبڙيو پيو آهي. اونڌو آهي ڏاڏيو. ست قرآن پڙهائي کني ڪرائي نه ته خدا جو قهر سڄي ڳوٺ تان ڪرندو. نينگري کي به جيئي شاهه جو در ڏيکاري اچ. خدا شل مٿي شيطان جو خانو خراب ڪري.“

”شيطان ڪهڙو ٿيندو آهي ڏاڏي؟“ هن پڇيو هو.

”بس ڪر ڇورا ڪافر، ٻين کي پيو گناهه سان ڀرين.“ تڏهن سڏي پاسي ۾ ويهاريو هئائينس. چپ چوري ڪوسيون ڪوسيون ڦوڪون هنيو هئائينس ماڻس سدائين بيمار رهندي هئي. سڄو ڏينهن کٽ تي پئي هوندي هئي. ساران جي مرڻ کانپوءِ ماڻس جي پرسان وهي چيو هئائين، ”اسان بابا کي چئو ته هتان پڃي هلي، خدا ساراهه کي ماري ڇڏيو هاڻي توکي به ماريندو. پوءِ آئون اسان ڪنهن کي چوندس.“ چوندي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا هئس. ماڻي ڇڪي ڇاتي سان لاتو هوس.

جڏهن پرواري شهر جي هاءِ اسڪول ۾ ٻيو درجو انگريزي پڙهندو هو. روز صبح جو اسڪول ويندو هو ٻنپهرن جو گهر واپس ايندو هو.

هڪ ڏينهن جڏهن گهر وريو هو ته سندس گهر، گهر نه ڦلهيار جو ڍير لڳو پيو هو. جنهن ۾ سندس ماءُ پيءُ سڙي رک ٿي ويا هئا. هو رک جي ڍير مٿان ڪريو ماڻهن ڇڪي هيٺ لاٿس رڙيون ڪيائين، ڪپڙا ڦاڙيائين. مٿو ڪاٺ تي هنيائين.

چاچي جي در تي وڃي ڪريو. مشڪل سان پڙهائي جو خرچ ملندو هوس اسڪول مان اچي سڄو ڏينهن نوڪرن وانگر ڪم ڪندو هو. اهو رشو جنهن ڪڏهن ڪاني پڃي ۾ اڏ به نه ڪئي هئي، جنهن کي ڀاڻي ڀيا اوتي پياريندا هئا، سو رشو اڄ ٽڪر ٽڪرن تي پلجي رهيو هو. ماءُ پيءُ جو لاڏلو اڪيلو رشو چاچي جي در جو نوڪر هو، جنهن تي سنجهي صبح جو لعنتون وسنديون هيون. جنهن رشو کي

ڪڏهن ڪنهن هٽ ۾ نه لاٿو هو سو اڄ رات ڏينهن چاچي جا پادر ڪائيندو هو، ڳاريون پوندا جهليندو هو ۽ رڳو سڪن اوبارن تي پلجڻ لڳو هو.

جڏهن چاچينس جو ڊراڙ ڏوڪڙن نه ملڻ ڪري پڇي ويو هو. صبح جو رشو ڪتاب کڻي ٻاهر نڪتو هو، چاچينس نرڙ ۾ گهنجو وجهي چيو: "ڇورا اڄ تون مال ٻاهرائي وڃ. ڊراڙ پينسان پڇي ويو حرامي."

رشو ڪي لڳو ته ڪنهن سندس ڳل تي زوردار چماٽ هڻي ڪڍي آهي. ڳل تي ڳاڙها ڳاڙها داغ ٿي پيا آهن. هن هڪي ڇيو،

"چ.... ا.... چا.... چا.... آئو.... ن.... ته اسڪول پيو وڃان."

"اندو ڪونه آهيان ڏسان پيو. هڪڙو ڏينهن نه وينديءَ ته سنڌ جو ڇوٽون پاٻو ڪري پوندو! ماٺ ڪري مال سان وڃ نه ته چڱو ڪونه ٿيندو." چاچينس اکيون ڏيکاريندي چيو هوس ڪتاب هٿن مان ڇڏائجي ويا هئس. اکين مان لڙڪ لاڙيندي وڃي مال جي ڪڙاءِ لاٿي هئائين. مال کي وٺي جڏهن مقام وٽان لنگهيو هو، مال ڇڏي ڊوڙي وڃي ساران جي قبر مٿان ڪريو هو. سڏڪا ڀري چيو هئائين، "ساران اٿي اڄ ته ڳالهائي ساران. منهنجا ماءُ پيءُ مري ويا ته به تو نه ڳالهايو هو. اڄ ته اٿي ڏس تنهنجو رشو هاڻي چاچي جو نوڪر آهي. ساران جيڪو رشو توسان ٻه وڙون پائيندو هو سو رشو مري ويو آهي ساران، ساران تون ڪجهه به نه چوندينءَ، تون نه ڳالهيندينءَ ساران."

سڄو ڏينهن قبر مٿان پيو رهيو مال وڃي چاچينس جي ٻنيءَ ۾ پيو، هاري ڇڙٻون ٻه ڏنيون هئس ۽ شام جو چاچينس کي اچي چيو هئائين، "رشو حسين واري نمبري سڄي ٻيلائي ڇڏي. پاڻ سڄو ڏينهن مقام ۾ ستو پيو هو. چاچينس خارن مان ٻه ٽي چماٽون. واهي ڪڍيون هئس. ان رات ڪان وٺي جو رڙيون ڪري اٿندو هو. ڏاڏينس، چاچينس کي چيو هو، "هن مٺي کي گهر مان ڪڍي ڇڏ نياڳي ماءُ پيءُ جو سر وڃايو. هاڻي اسان غريبن جي سرداري اچي ٿيو آهي. شل مٿانس ڪري. خدا شل سندس سر ڪيڏانهن وڃائي. هِن غريبن ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي. هن کي گهر مان جهٽ ڪڍ مٿان پاڻ غريبن ٻڇڙيوالن تي نه قهر ڪري، خدا شل جڳ جي ٻچن کي بچائي. ان سان گڏ مون ڏهاڳڻ کي آندن جي ڏکئي ڏينهن ڪان رکي وٺي."

پوءِ جڏهن ٻه رڙيون ڪندو هو ان وقت چاچينس ڏاڍي مار ڏيندو هوس.

سورن سان مئٽرڪ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪئي هئائين. ڏاڍو خوش ٿيو هو، سوچيو هئائين ته هاڻي چاچي جو ڳاريون پوندا نه سهندو. هاڻي ڪٿي نوڪري ڪري پيٽ پاليندو. سکي حياتي گذاريندو. وڏيون آسون ڪئي پر وارن شهرن ۾ نوڪري لاءِ

ويندو هو. پر رکو جواب ملندو هو. اها ئي پريل، پريل دل کٽي مايوس ٿي هنڌ تي ڪري پوندو هو صبح جو وري نيون آسون نيون اميدون ساڻ کڻي ويندو هو.

نيٺ چاچينس چيس، 'رشو تون هاڻي پنهنجي ڪٽي ڪمائي جيڏو ٿي ويو آهين. پنهنجي ڪر اسين توکي ڪيترا ڏينهن ڪارائيندا‌سين اسان وٽ ڪي لکن جا ڪوهه ڪونهن غريب ماڻهو آهيون ۽ چاڙهيون. 'پاڻ نه پاري ڪنا ڏاري' مٿان وري تنهنجي چلي. پنهين سرڪار مان اهترا ته قرض ڪنيا جو زمين ۽ مال سڀ نيلام ٿي ويس. تنهنجي سنيال لاءِ اسان ڪي ڪهڙا لکا ڏئي ويو هو." هن سوچيو چاچا ٺيڪ ٿو چوي. بابا جي زمين ۽ مال ته نيلام ٿي ويا باقي چا رهيو آهي ڳوٺ ۾ اجايو چاچي جي مٿان بار ٿي ڪريو آهيان هو اڳي بيزار ٿيو آهي. ڀڄي وڃي ڪنهن وڏي شهر پهڙو ٿيان وڏي شهر ۾ ڪانه ڪا نوڪري ملي ويندي. گذران پيو ٿيندو.

پوءِ ڪجهه پيسا هٿ ڪري حيدرآباد آيو. ڊومن واهه جي پاسي ۾ هڪ پونگي هٿ لڳي ويس. نوڪري لاءِ ڀٽڪيو. انٽرويو ڏنائين، آفيسرن وٽ ويو، وڏن ماڻهن کي نوڪري لاءِ منٿون ڪيائين، پر ڪٿا دلاسا، ڪوڙا آسرا، رکا جواب لائبريرين ۾ وڃي اخبارن ۾ نوڪري جا اشتهار ڏنائين. درخواستون ڏنائين. هر هنڌ ڀٽڪيو. جڳهه جڳهه تي ڌڪا کاڌائين. آس ۾ سڙيو، درن تي بيٺو. نماڻيون اکيون کڻي ڏنائين. جن ۾ دبا لاءِ آس هئي، رحم جي بيک لاءِ اميد هئي. پر هن لاءِ هر هنڌ ناڪامي هئي جڏهن ڪو انٽرويو ڏيندو هو. انٽرويو کانپوءِ خوش ٿيندو هو سوچيندو هو، 'بيا سڀ مون کان گهٽ هئا. مون فرسٽ ڊويزن ۾ ميٽرڪ پاس ڪئي آهي. بيا هئا پاس ۽ ٿرڊ ڪلاس وارا ڪورا چٽ. منهنجي مقابلي ۾ بين جو General Knowledge به ڪمزور هو مون سڀ جواب ٺيڪ ڏنا هئا. اڳين پيري ته آفيسر ڪي هو پنهنجو مانٽ ڪٿلو تنهنڪري مونکي Reject ڪري ڇڏيو هو. پر هي آفيسر ته ڪڙڪ ٿي ڏئو ڪنهن جي سفارش به پڌڻ جهڙو ڪونه هو، ليڪن ڪجهه ڏينهن کانپوءِ اميدن جا ڏيئا هڪ ئي ڦوڪ سان اجهامي ويندا هئا. آس جا محل ٿوري هوا جي جهوٽي سان ڊهي ڪنڊ تي ويندا هئا. رشو وري اميدن جي ڏيئن ۾ تيل وجهي ٻاريندو هو. وري آس جي محلن جي مضبوط اوساري ڪندو هو. اهڙي مضبوط ٿيڻ کانپوءِ به ڊهي پٽ تي ويندا هئا. ڏيئا اجهامندا ۽ ٻرندا رهيا. محل جڙندا ۽ ڊهندا رهيا.

سندس پونگي جي سامهون واري پونگي ۾ چوڌري نورالدين رهندو هو. پنهنجين ٻن جوان ڌيئن کي پرائيويٽ هلائيندو هو. سندس ننڍي ڌيءَ غزالا رشو کي ڏاڍي وڻندي هئي سوچيندو هو هڪ رات آئون به گهراڻس پر سؤ روپين جو خيال ايندي ئي ماٺ ٿي ويندو هو. سوچيو هئائين ته جڏهن نوڪري ملندي ته پهرين پگهار مان هن ڇوريءَ ڪي وٽي ايندو سڄي رات عيش ڪندو. صدين جي اڄ ڪي اجهائيندو. هن ڪڏهن به عورت جي بدن کي ويجهو ٿي نه ڏٺو هو. پر جڏهن خيال ڪندو هو ته

بٽ سان سيسراٽ نڪري وينداهئس. هڪ سلو سلو درد محسوس ٿيڻ لڳندو هوس. هڪ پيري هن سندس پرواري بونگي ۾ پٺاڻ جي زال ڪي ڏٺو هو. سندس گورو بدن ڏسي رشو جي زبان سڪي ويئي هئي. لنگون ڏڪڻ لڳيون هيون. چاهيندي به در تان هٽي نه سگهيو هو.

نورالدين کي پٽ به آهي جيڪو چار پيرا ميٽرڪ ۾ Fail ٿيڻ کانپوءِ هن سال ڪلاس ۾ پاس ٿيو هو. پر اچس لفافي تي انگريزي ۾ لکڻ ائڊريس به ڪونه باقي انگريزي فلمن جا پوسٽر ۾ اداڪارن جا نالا جهٽ پڙهي ويندو آهي. هن ماڙي ۾ رشو کانسواءِ ٻيو انگريزي پڙهل ڪونهي. انڪري جڏهن به ڪا انگريزي فلم ڏسندو هو ته رشو کي گهليندو هو ته فلم جي باري ۾ پنهنجن خيالن جو اظهار ڪري. رشو کي فلمي واقعات ڳالهيون نه وڻنديون آهن. انڪري رشو کي حڏهن خبر پوندي آهي ته فلمبخش صاحب فلم تي ويو آهي نه پوءِ رشو رات جو دير سان گهر ايندو هو. پر جيڪڏهين ور چڙهي ويس چوندو "يار اڄ Marriage Itation style ڏسي آيس صفا بور هئي رکو صوفيا لارين جي ڪري ڏسڻ ويس. سالي وٽ حسن آهي چاا اصل ڪهي پئي. مونکي اصل ۾ جاسوسي ۽ سلراساري جون فلمون رلن Banco for gold Killer دنيا جي بهترين فلم هئي." هن کي اسڪر ايوارڊ ملڻ گهرجي ها پر اهڙين فلمن جو قدر ئي ڪونهي. رشو جند ڇڏائڻ لاءِ چوندو هو. "يار لاچاري ڪم سان پيو وڃان وري ٻي پيري ملنداسين" رشو سوچيندو هو. اجايو هن سان اچي ڦاٿو آهي.

هي پاڻ کي بيحد حسين تصور ڪندو آهي چوندو آهي ته سارلن براندو منهنجي ٿد من جي خاڪ آهي. پٺس کي چوندو آهي "بابا آئو Hallywood ويندس اتي International هيرو ٿيندس پوءِ پاڻ پيلن کي برائيويٽ ڪونه هلائيندا سين..."

فلمبخش صاحب جاسوسي فلمن جي هيرن وانگر. پوائنٽين شڪلن وارن ساٿهن جو پيچو ڪندو آهي. انڪري ٻه لي دفعا بدمعاشن جي هٿان پادر کائي چڪو آهي. فلمي محبت ڪندي ڇوويهه ڇوڪرين جا سينڊل کائي چڪو آهي چوندو آهي ته اڃا هڪ دفعو لڳن ته سلور جوبلي پوري ٿي وڃي.

جڏهن اخبار ۾ ڪلارڪي جي جاءِ لاءِ اشتهار آيو هو ته نورالدين پٽينس کي چيو ته نوڪري وڃي ڪر. پر هن انڪار ڪيو ته آئون International هيرو سو وري سوا سؤ واري ڪلارڪي جو ڪريان پاڻ بک ٿوري ئي مرون پيٽون اپترو ٿيون ڪمائين مونکي ڪهڙو لاچار لڳو آهي جو نوڪري ڪريان."

پٺس سمجهايو هوس "پٽ گهر جيڪو پئسو اچي سو سلو. سڌين وانگر بيوقوف نه ٿي. سڌي نوڪري نه ڪندا آهن هڪيو ڏڪيو ڪپن. رکو عيش ڪري چاڻ پنهي ڇوڪرين جا گراهڪ سپ سڌي آهن. تون عقل وارو آهين."

تڏهن هُن مس مس وڃي نوڪري لاءِ راضي ٿيو هو. نورالدين پنهنجي ڳوٺ جي وڏي آفيسر کان چٺي لکائي آيو هو.

انٽرويو جي ڏينهن آفيسر هن کان پڇيو، ”آمريڪا پاڪستان کي ڪهڙي مدد ڏيندو آهي؟“

”Sir آمريڪا پاڪستان کي بهترين جاسوسي ۽ ماراماري جي فلمن جي مدد ڪندو آهي.“ هن ٺهه ٺهه ورائيو هو.

”هانگ ڪانگ ڪٿي آهي؟“

”Sir اهو ته ڪانگن جو ملڪ هوندو، اتي ڪانگ رهندا هوندا.“ هن ڪلندي جواب ڏنو هو. آفيسر پڇيو هوس. ”چٺي ڇپٽي ڏئي پڙهيو آهين ڇا؟“

”نه Sir في معاف هوندي هئي.“ هن ورائيو هو.

”هوچي منهه ڪير آهي؟“

”سائين اهو ته ڪو مکين مارڻ جي دوا جو نالو آهي. ڪنهن فلم جو نالو پڇو.“

”تنهنجو General Knowledege ڪمزور آهي.

”ايڊيٽ بيوقوف Gate out “ آفيسر بگڙجندي ڪيڏي ڇڏيو هوس.

رشو سڀ جواب ٺيڪ ڏنا هئا. آفيسر سندس منهن ۾ ڏنو جڻ چوندو هجي، نوڪري ملڻ ته تو کي گهرجي پر هن دور ۾ گڏهن کي گج پاراڻا پيا وڃن.“

رشو سوچيو هو ته نوڪري پڪ مونکي ملندي هن ڇوڪريءَ جي پڇي واهيات جواب ڏنا هئا. مون سڀ ٺيڪ جواب ڏنا آفيسر کي ڏاڍا وڻيا هئا. هن مونکي شاباس به ڏني هئي.

پر نوڪري جو آرڊر نورالدين جي پٽ کي مليو هو. رشو جي آس جو محل پرزا پرزا ٿي چڪو هو. هن سوچيو هو ته هاڻ ڪيس عمر پر نوڪري نه ملندي هن نوڪرين جا آسرا لاهي ڊوڙي وڃي مزدورن جي. ميڙ ۾ شامل ٿي نعرا هنيا هئائين. انقلابي جلسن ۾ وڃو اتي نعرا هنيائين. هر هنڌ هر چونڪ تي Socialism جا نعرا هنيائين. دوستن سان اٿندو ويهندو هو. ڪچهري ڪندو هو. وڏا وڏا بحث ڪندو هو. اٺئي وقت ٻئسا آڏارا ڪندو هو. ڪين آسرو ڏيندو هو ته ٻس زمين مان فصل لهندو بابا ڏوڪڙ موڪليندو نه واپس ڪندو' دوستن کي هن جون ڳالهيون سٺيون لڳنديون هيون. ڪي ڀر ۾ ڀڏي روئيندا هئا، کلندا هئا ۽ داد ڏيندا هئا اٺئي وقت ٻويان گاريون پوندي ڏيندا هئا. هن جي غير حاضري ۾ ڪنهن کي ڪٿڪندي هئي. هوٽلن ۾ ويهندو

هو ٻين جون ڇائيون پيئندو هو. ان جي بدلي ۾ ڪين انقلابي ڳالهيون ٻڌائيندو هو. ملن ۾ ويندو هو مزدورن کي پڙهائيندو هو. انهن کي گڏ ڪري انقلابي تقريرون ڪندو هو. هڪ ڀيري هڪ دوست سان جهيڙو ٿي پيس ڇي: توهان سرمائيدارن جا ڪفن چور آهيو. ذليل چاپلوس جا انڌا گهوڙا آهيو، اوهان سرمائيدارن جا پاليل آهيو ڪجهه ڏيندا آهن تڏهين انهن جي ياران نعرا هڻندا آهيو. ڪڏهين ڏيڻ بند ڪندا آهن ته ڪين گاريون ڏيندا آهيو. توهان مفاد پرست آهيو. اوهان خدا ۽ رسول کي پنهنجي Exploitation لاءِ ڪتب آڻيو ٿا توهان Vested Interest (مستقل مفاد) جا عادي آهيو." ڪاوڙ مان اٿي هليو ويو هو. رستي ۾ سوچيو هئائين ناحق هن سان وڙهيو. هي ته پنسا اڏ ڳالهه سان اوڏارا ڏيندو هو. انسان جذبات ۾ اچي الاهجي ڇا، ڇا ڪري ٿو ويهي. ان رات کيس ننڊ نه آئي هئي سوچيائين ته اٿسهندڙ Unbearable ڳالهيون ڪري ڇو ڪنهن کي ڏکوئجي. من ۾ آيس ته وڃانس معافي گهري. پر هن کي ٻي اکيان جهڪڻ پسند نه هو. معافي وڃڻ جو هي عادي نه هو.

دوستن سان گڏ هاڻي سگريٽ پيڻ لڳو هو. ڪجهه ڏينهن کانپوءِ کنگهه شروع ٿيس. کنگهه زور وٺندي ويس پر پوءِ به جلسن ۾ ويندو هو. سگريٽ پيئندو هو. تقريرون ڪندو هو. نعرا هڻندو هو. "اچو ته گڏجي غريبن جي تقدير بدلايون، مسڪينن جي پگهر ۽ رت جي ڀورهئي تي عيش ڪندڙن خدائن جا ڪنڌ ڀڃي ڇڏيون."

هاڻي رهيل پراڻيون خميسون به ڦاٽي ويس. ٻه، ٻه ڏينهن بک ۾ گذارڻ لڳو. جيڪي اوڌارا ڏوڪڙ ملندا هئس تن سان رڍيوارن وٽان ڪارل مارڪس ۽ لينن جا ڪتاب وٺي پڙهندو هو.

رشو مئڪسم گورڪي جي زندگي جي ڪهاڻي ۾ پڙهيو ته گورڪي هميشه مصيبتن ۾ گهيريل هوندو هو. بکن ۾ پاهه ٿيندو هو روزگار جو فڪر هوندو هئس. تڏهن به هن جو حوصلو بلند ٿيو هو. هن سوچيو ته نيٺ ته اميدن جا ڏيئا ٻرندا. نيٺ ته بکون متجي وينديون. نيٺ ته انسان پيٽ ڀري کائيندو. نيٺ ته انسان آساني سان اڳتي وڌي سگهندو. نيٺ ته ظلم جا ڪوٽ ڪري پوندا. نيٺ ته ڄرڻو خدائن جا ڪنڌ ڀڄي پوندا. ظلم کي ڪا بقا ڪانهي ظلم هميشه هوندو آهي ڪڪ جيان هلڪو.

جلسي ٿان موٽي پونگي ۾ آيو هو ته زور زور سان کنگهه جو دورو پيس. چنل ڪٽ جي ٻڳل پاٿي ۾ ٻئي هٿ وجهي کنگهيو هو. کنگهه ذري ساعت لاءِ به نه کٽيس. سوچيائين، ڏوڪڙ به ڪونهي جو دوا وٺان. کنگهه اصل وڃائي وڌو آهي ماڳهين ساهه ٿو نڪري، اٿي کيسا ڦوليا هئائين ڪتابن جا پنا اٿلايا هئائين پر ڪا ٽڪي ڪوڙي پائي به هٿ ڪانه لڳيس. ٻڳل ٽرنڪ سرڪائي پري ڪئي هئائين اتي پائلي

پئي هئي ’پاٺلي‘ هن جي اکين ۾ چمڪ اچي وئي هئي. هٿ وڌائي پٽ تان پاٺلي کڻي هٽائين ’ڪيرَ تي ويندو ڪاڙهو ولي ٿو پيان من ڪا ناپر ٿئي ۾ پاٺلي تي ساوا ساوا لڪا آهن ڪير ڪونه ويندو‘ ’نه هينئر رات آهي ڪنهن پوڙهي پاساري کي ڏيندس‘ هن من ۾ آئت ڏنو هو.

پاٺلي کڻي پونگي کان ٻاهر نڪتو هو. رستي تي ڪير به ڪونه هو. ڪو ڪتو بک کان ڪوڪاٽ ڪري رهيو. رستي جي موڙ وٽان هڪ ڪاليجي ڪڪي هٿ ۾ ڪتاب کنيو پيئي آئي. سندس پويان ٻه دليپ ڪمار ڪٽ ڇوڪرا جن جي خميس جون ٻانهون ڪلهن تائين ڪنجيل هيون. ڳلو بٽڻ کان بي نياز سوڙها نيلا سوٽ ڪڙهن کان مٿي پير ۾ چنل ربڙ جا چمپل ڳچيءَ ۾ چٽمن آني وارا سولي رومال پيا هئن وڏا وار نرڙ تي لٽڪيل هوئن پاڻ کي بيحد Handsome ۽ Smart تصور ڪري ڇوڪري پويان فلمي ڳانا ڳائيندا ۽ ڦريون پائيندا پيئي آيا. رشو جو پٽر تان پير ٽڙيو ڇوڪري سان وڃي لڳو هو. ڇوڪري جي هٿان ڪي رڙ نڪتي ڪتاب هٿن مان ڪري پيا هئا. رشو جي واتان بي اختيار نڪري ويو هو Excuse me پويان ايندڙ ڇوڪرن رنپ ڪئي ۽ مضبوط هٿ وڌيا رشو جي ڳچيءَ ۾ چمڪ جيان چنبڙي پيا هڪ زوردار ٿونشو هوا ۾ زوزٽ ڪندو ڪاڏي وٽان لڳس ٽڙندو نالي ۾ ٿونين پر وڃي ڪريو هو. هڪ ڇوڪري ڇوڪريءَ کي ڪتاب پٽ تان کڻي ڏنا هئا. ٻئي چيو ”اهڙن ڇوڪرين سان هٿ چراند ڪندي شرم نٿو اچئي. ٻنهنجي ماءُ ڀيڻ ڪونه آئني ڇا؟“ ڇوڪرا رشو کي ڇڏي ڇوڪريءَ پويان ڳانا ڳائيندا ويا. رشو جون ٿونليون رهڙجي ويون هيون. رشو کي ڏاڍو خار کنيو هو سوچيائين ته هنن سالن کي ڪجهو ڪاٺي ڇڏي. هن بي عزتي جو وير ضرور وٺي ها پر ڪجهه به نٿي ڪري سگهيو.

پاٺلي کي پاساريءَ اٿلائي پٿلائي ڏٺو هو ’هي هي هي سائين هي ته خراب آهي ٻي ڪا ڏيو.“ پاساري چمچاڪيري ڪندي ڳاڙها ڳاڙها ڏند ڏيکاريا.

”هي.... هي ته مون وٽ ڪونهي.“ هن ڦلڙو منهن ڪري چيو هو.

”ڪونهي ته هل نڪو. ڪاڙهو ڪونهي.“ پاساري رکو ٿي چيو هو.

”آئون بيمار آهيان“ هن ذري گهٽ ليلائيندي چيو ”پئسو ڪونه اٿم مهرباني ڪر.“

پاساري پاٺلي کي اڇليندي چيو هو ’وڃي ڪماءِ ڏنو متو لڳو پيو آهين پنندي شرم نٿو اچئي.“ رشو ڳاڙهو ٿي ويو هو هن هٿ وڌائي پاساريءَ جي ڳلي ۾ وڏا پاساري جو وڏو پيٽ ڦوڪڻي جيان ڦوڪجي آيو هو. اکيون نڪري پيس. وات ڦاڻي پيو هرس جنهن مان ڳاڙهي ڳ.ڳ ماڪ سان ڳڙي اچي موٽي پربل ڪنڌ تي پئي هئس. رشو پاساري کي اڇل ڏني متو وڃي ڏهن سان لڳو هئس. پاسي ۾ بيٺل

اجرڪ جي پٽڪي واري ڪاڙهو وٽي رشو کي ڏنو. هن جي من ۾ آيو ته ڇني، ملان پينڙات ڪو نه آهيان پر ڇني نه سگهيو ڏڪندڙ هٿن سان ڪاڙهو وٽي پوئنگي ۾ آيو هو.

ڪنگهه ايتري وڌاند ڪاڻ ڏينس جو ڪاڙهو ناهي پيئي. ڪنگهه جيئن پوءِ تيئن زور وٺندي پئي وئي ڪکن جي پٽ کي جهلي ڪنگهيو هو. پٽ تي ترپون ڪوڙي ڪنگهيو هو. ڪنگهه نه گهٽيس. وڌندي ئي رهي. ڪانيون هارڻ لاءِ مٿوموتو هنيائين پر ڪانيون نه ہريون.

هن ڪنڌ مٿي ڪري چيو هو 'اي خدا مون تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي. تو وٽ رحم جو ذرو به ڪونهي جو آهي سو پنهنجن پيارن امير جي پانهن لاءِ آهي. اسان غريبن لاءِ صرف ظلم ئي بچيو آهي نسورو ناحق."

ڪاڙهو پٽ تي پيو رهيو. سڄي رات ڪنگهيو هو. تاري ايري مهل رت جي الٽي آيس. هن وات نان هٿ ڦيريو سڄو هٿ رت سان پرجي ويس. هٿ ڏسي چيو هئائين 'خـدا تو نيٺ پنهنجو وير پاڙيو نه. مون اج تنهنجي Superiority کي مڃيو آهي." ۽ دفعا الٽي آيس پوءِ بيهوش ٿي پٽ تي ڪري پيو هو.

صبح جو سج نيون اميدون نئين روشني کڻي ايريو آهي. پر غريبن جي پونگين ۾ اجا به رات هئي. اجا به اونڌهه هئي، اجا به ڪاري پاٽ هئي جا صدين کان رهندي آئي هئي ۽ آهي. ان گهگهه اونڌهه ۾ هو صدين کان هٿوراڙيون ڏيندا رهيا آهن. سوجهري جي آس ۾ زنده رهندا آيا آهن من ڪٿان ڪو روشني جو ڪرڻو ايري. ڪٿان ڪا روشني نظر ايندي به آهي ته روشني وارا انسان ان کي بند ڪري ڇڏيندا آهن. رشو به ان سوجهري جي آس ۾ پٽڪيو هو پٽڪي پٽڪي هاڻ هميشه لاءِ اُن گهگهه اونڌهه ۾ گم ٿي ويو هو. جنهن اونڌهه مان ڪير به نه ليندو آهي.

آهستي آهستي سندس پونگي جي پاهران ماڻهو ڪڏ ٿيڻ لڳا آهن.

"ويچارو ڏاڍو سٺو ۽ شريف ماڻهو هو. پاڙي ۾ ڪڏهن ڪا ڪچي ڳالهه ڪانه پڌيس."

"آهيس به ڪير ڪونه نالو به الاهجي ڇا آهيس؟"

"نالو ته رشيد هوس. هو به ويچارو بي روزگار. نوڪري ڪانه ئي ملي سڄي رات ڪنگهيو هو."

"اسان جهڙا پوڙها مرضيل پيا تڳن، اهڙا جوان جهان ڇوڪرا مريو وڃن جن دنيا ۾ ڪجهه به ڪونه ڏٺو، خدا جي قدرت جا راز آهن." هڪ پوڙهي مٿي تي هٿ ڏئي چيو.

"خدا جو پيارو نيڪ مومن پانهو هو. تڏهن ته بنا ڏک سور جي آڪاري پارڪئينس." مولوي صاحب فتوا ڏني.

”خدا شل سين کي اکاري پار ڪري.“ هڪ ماڻهو پٺ تي ورهندي چيو. مولوي صاحب فاتح نموني ڏيڍ فتي ڏاڙهي نان هٿ ڦيريو.

پرڀان ۾ همراهه وينا هئا، ”وه سالا سنڌي رات ڪو مر گيا. رات ڪو نو سالي ني نيند خراب ڪر دي ٿي.“

”اري ڪونه وه ديوآنند هيري جيسا، اچا هوا مر گيا تو سالا هيرا هوجاتا.“

رشو رات مري ويو سندس پونگي جي پاهران ماڻهن جو ميڙ لڳو پيو آهي. پر هن لاءِ ڪوبه لڙڪ لاڙڻ وارو ڪونهي. چاڪاڻ ته سندس دنيا ۾ ڪير ڪونهي. سين جي چهرن تي غم جو ڪوڙو نقاب اوڍيل آهي. نقلي ڏک آهي ٿوري وقت لاءِ سڀ ڪوڪلي رسم نباهي رهيا آهن. سڀ ڊونگ آهي. ماڻهو جيستائين جيئرو آهي تيسين سڀ سندس گلا غيبت ڪندا آهن. گاريون ڏيندا آهن آواره، غنڊو، لوفر، ڪافر ۽ بچڙو سڏيندا آهن مرڻ ڪانپوءِ سٺو، نيڪ شريف ۽ مومن سڏيندا آهن جي خاصيتون نه هونديون آهن سي به مٿان مڙهيندا آهن. چاڪاڻ ته هو صرف لاش هوندو آهي. بي جان هڏن جو پڃرو. بيڪمو مڙدو هوندو آهي. جنهن تي جيئرا ماڻهو رمارڪ هڻندا آهن. پرڀان لاش پيو آهي. انسان جو لاش رت ۾ پريل لاش جنهن جي چوڌاري چميل آهن رت جا ڏبا جنهن ۾ دٻجي ويئي آهي ڪاڙهي جي پڙي——.

# پڪا پڪن سامنوڙا اوري اَچي اَڏ

شام جو وقت آهي، سج سڄي ڏينهن جي مسافري ڪري ڪانپوءِ ٿڪجي هاڻي سمهڻ لاءِ سامهون جبلن ۾ لڪي رهيو آهي. هو پنهنجي پٺيءَ ۾ آسمان جي وڻ ڪي ٽيڪ ڏيئو وينو آهي. وڻ تي جهرڪيون چين چين ڪري، هڪ ٻئي سان وڙهي سمهڻ جي تياري ڪري رهيون آهن. ڳوٺ جا ماڻهو ڍڳن تي درياهه تان پاڻي ڀري موٽي رهيا آهن. ڍڳن ڪي ڳچيءَ ۾ گهنڊڙيون پيل آهن، جن جو هلڪو هلڪو آواز هن خاموشيءَ واري ماحول ۾ ڪنن کي وڻي رهيو آهي. ٻنين ۾ هاري سڄو ڏينهن زمين کيڙي، هيئنر پنهنجن ڍڳن کي ونيو گهر ڏي وڃي رهيا آهن. ڳوٺ جا ڪتا ڪين ڳوٺ ۾ گهڙندو ڏسي، اوپرو سمجهي ڀونڪن ٿا، پر سندن لڙي ڏيڻ تي خاموش ٿي، پڇ هلائيندا سندن پنيان ڊوڙن ٿا. شام جون هي سڪون واريون گهڙيون ڪيس ڏاڍيون وڻنديون آهن. هو انهن سهڻن نظارن کي اکين ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. سندس نظرون دور آڪاش ڏي آهن.

سج کي جبلن جي پنيان ٻڌندو ڏسي، ڇڻ سندس دل
۾ ٻڏڻ لڳي. سندس من جو پکيڙو اُداسين جي سمنڊ
۾ غرق هو. کيس سدائين ائين محسوس ٿيندو هو، تہ
سندس روح صدين کان وٺي اُداس رهيو آهي. ڇڻ
سندس روح ازل کان وٺي جنم جنم جي چڪر جي
ڦيرگهير ۾ بہ سدائين غمگين رهيو آهي.

هو روز پنهنجون اُداسيون ۽ ڏک پنهنجي من ۾
سمايو، اچي هن وڻ جي هيٺان ويهندو هو. اچ کانوٺي
نہ، پر سالن کان سندس اهو دستور ٿي ويو هو تہ هو
روز هتي اچي پنهنجي شام گهاريندو هو. هن وڻ هيٺان
ويهي، کيس گهڻو سکون ملندو هو. هن وڻ جو پوکيندڙ
بہ پاڻ هو. ننڍڙي هوندي هن، ڪملا ۽ شيام پنهنجن
هٿن سان انب جو ڪوڪلو هنيو هو، جو ڪجهہ ڏينهن
کانپوءِ سلي جي صورت ۾ سندن اکين اڳيان اُڀري آيو هو.
هو سڀ اُن ڏينهن ڪيترا نہ خوش ٿيا هئا، ان انب
جي ٻوٽي کي ڏسي! جڏهن هو جوان ٿيا، تہ اهو انب
جو ٻوٽو بہ وڏي وڻ ٿيو هو. ڪنهن ٿي پاڻيو تہ هڪ
ڏينهن اهو ساڳيو وڻ تہ ٻينو هوندو، پر سندس پوکيندڙ
ڪملا ۽ شيام کيس ڇڏي هليا ويندا.

هو ماضيءَ جي يادن ۾ گم هو. اُهي ڏينهن، اُهي
راتيون ۽ اُهي گهڙيون ڪاٿس نہ وسريون هيون، جن
سان سندس ماضيءَ جون يادون وابستہ هيون. ننڍي

هوندي هو پنهنجي سائين شيام، ڪملا، رام ۽ موهن وارن سان گڏ اسڪول ۾ پڙهندو هو، ته اُن وقت به هو انهن سائين سان گڏجي ڪيئن نه سوراج جا نعرا هڻندو هو! سڀ گڏجي سوراج جا گيت ڳائيندا هئا ۽ گهرن جي ڀتين تي نعرا لکندا هئا. ڪيس اهو ڏينهن به ياد هو، جڏهن هو ۽ سندس ساٿي اسڪول مان ڀڄي، ڳوٺ جي اسٽيشن تي ويا هئا، ڇو جو ديش جا وڏا اڳوان پير واري شهر ۾ وڃي رهيا هئا. اسٽيشن تي گهڻو ماڻهو هئا، گاڏي آئي ۽ هي به پين سان گڏجي نعرا هڻندا، ريل جي گاڏي ڏي ڀڳا هئا. ٻه ڪارين ڏاڙهين سان جوڙي جا ڪپڙا پاتل، انهن ماڻهن تقرير به ڪئي هئي. هن اڳتي وڌي ساڻن هٿ به ملايو هو. ڪيس ڪيڏي نه خوشي ٿي هئي ان وقت!

جڏهن هو اسڪول مان نڪري ڪاليج ۾ داخل ٿيا، ته اتي ته ويتر همن ٻاه ٻاري ڇڏي هئي. ڪاليج ۾ پڙهندا ته ڪو نه هئا، باقي جلسا جلوس گهڻا ڪندا هئا ۽ انهيءَ ڪري جيلن جو منهن به ڏسڻو پين. هو سوراج تي شعر لکندو هو، ڪهاڻيون لکندو هو. سندس لکڻين ۾ ڌاريين لاءِ نفرت هوندي هئي. انقلاب آڻڻ ۽ سوراج لاءِ قوم کي اپيل هوندي هئي. هو جڏهن جيل ويندو هو ته پويان سندس ساٿي شيام، موهن ۽ ڪملا وارا به ڪا نه ڪا ڳالهه ڪري گرفتار ٿي اچي جيل ۾ ملندا،

هئا. نيٺ سندن انهن ڪرشنن هٿي وچي هند ڪيو ۽
آخر سوراج مليو. پر انهن کي ڪهڙي خبر هئي ته جنهن
سوراج لاءِ، جنهن آزادي لاءِ هو وڙهي رهيا آهن، سا
کين نه ملندي. هن آزاديءَ ته کين هڪ ٻئي کان جدا
ڪري ڇڏيو. هزارين سالن جي پراڻي تهذيب جا ائين
ٻي دردي سان ٽڪرا ڪيا ويا، جن جو هنن کي خواب
۽ خيال ئي نه هو. پڪا پڪن سان گڏ رهندڙ هنن کان
هميشه. لاءِ موڪلائي رهيا هئا. ڳوٺ شهر سنسان ٿيڻ
لڳا. اهي مندر ۽ مڙهيون جن مان گهنڊن ۽ سنکن جو
آواز پيو ايندو هو، سي مندر ۽ مڙهيون خاموش ٿي
ويا. زندگيءَ جي هر ڏک ۽ سک ۾ ساٿ ڏيندڙ سائي،
صدين کان گڏ رهندڙ پاڙيسري ۽ مٺڙا مٺڙا دوست، هن
انقلاب جي ڀيٽ چڙهي ويا.

هن کي ياد هئي اها رات، جنهن رات سندس ڏيهه
جا مٺڙا سانگيئڙا پنهنجي جنم ڀوميءَ کي خيرآباد چئي
رهيا هئا. اُن رات هن پنهنجون آزادي ٿي لڪيل سڀ
لڪٽيون ساڙي ڇڏيون هيون. جنهن وقت سندس اهي
لڪيل ڪهاڻيون ۽ شعر جلي رهيا هئا، ان وقت کيس
ائين محسوس ٿي رهيو هو ته ڄاڻ جا شعلا جڻ سندس
چتا (چکيا) جي آگ جا آهن. اها چتا ان تهذيبن جي
گڏيل سيپتا جي هئي، جنهنکي مذهب جلائي ڇڏيو
هو. سندس جيون ان جدائي کانپوءِ اڌورو هو. هو اديب

هو، هو شاعر هو، پر جڏهن انسان انسان جي رت جو پياسو هو، انسان مذهب جي نالي ۾ پنهنجن ڀائرن جو رت وهائي خوش ٿي رهيو هو ته، هي انهن دل ڏاريندڙ ڳالهين لئي ڪجهه به نه لکي سگهيو، پر گهٽي دير هو چپ نه رهي سگهيو. آخر سندس دل جا هزارين درد، ڏما ۽ احساس، جيڪي ٻاهر نڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا هئا، سي هڪ ڏينهن دل جي گهراين مان ڦاٽ ڪري ٻاهر نڪتا، پر انهن ٻاهر نڪري ٻاهه ٻاري ڇڏي. سرڪار سندس اهي ڳالهيون سهي نه سگهي ۽ کيس گرفتار ڪري جيل اماڻيو ويو. جيل ۾ پنجن سالن جي سختين سهڻ کان پوءِ کيس دل جي بيماري ٿي پيئي هئي، ان ڪري کيس جيل مان ڪڍي سندس ڳوٺ ۾ نظر بند ڪيو ويو هو. انهن گذري ويل ڏينهن ۽ يادن سهاري هو پنهنجي زندگي گذاري رهيو هو.

هو ماضي جي يادن جي پنڊ مان نڪري آيو. هن اکيون کوليون ۽ هڪ ٿڌو ساهه ڀري وري اکيون بند ڪري ڇڏيون. هن سوچيو: ڪيڏا نه ڪلور ٿي ويا. مذهب جي نالي ۾ انسان ايترا ظلم ڪندو، سو نه ڪو سوچي به نٿي سگهيو. ڪنهن ٿي ڀانيو ته ڪو اهڙو ڏينهن به ايندو جڏهن انسان مذهبي جوش ۾ هڪ ٻئي جا دشمن ٿي پوندا. مذهب جي نالي ۾ انسان جو رت نه صدين کان وٽي وهندو آيو آهي، پر اهڙا ڪنهن کي

خبر هئي ته هڪ ڏينهن مذهب انسان جي رت پيئڻ
کان سواءِ ثقافتن، تهذيبن ۽ زبانن کي به ڀڄڪائڻ شروع
ڪندو؟ هن سوچيو: انسان ڪيترو نه شريف آهــي،
اشرف المخلوقات جو ڪيس لقب مليل آهي، پــر ساڳئي
وقت انسان ڪيترو نه بي درد آهي! هي انسان مذهب
جي عقيدي ۽ جنون ۾ هڪ ٻئي سان وڙهــي ڪيتري
نه بي دردي سان خون وهائي، رت جي خوفناڪ هولي
کيڏي، ڪيترو نه خوش ٿين ٿا. انسان مذهبي جنون ۾
ڪيڏو نه ظلم ڪن ٿا. ٻين جي آزادي تي هٿ چراند
ڪرڻ، ڌارين جي ملڪن جي ماڻهن کي غلام بنائــڻ،
يا انهن عورتن کي پنهنجي ملڪ کڻي وڃــي ٻانهيون
بنائڻ، يا انهن عورتن جي عصمت سان کيڏي، وڏي
فخر سان اهي انسان ڪندا ڪتي هلن ٿا. انسان جــي
تاريخ مذهب جي نالي ۾ وهايل خون سان پري پيئي
آهي. هن کي ان تاريخ کان سخت نفرت هئي، جــا
تاريخ قومن جي گناهن تي پردو وجهي، ظالمن ۽ قورن
کي پنهنجو اڳوان ثابت ڪندي آهي. ڪيس هر ان ڳالهه
کان نفرت هئي، جنهنجي ڪري انسان جو رت وهي!

هن جو دماغ سوچ جي جــار ۾ ڦاسي، اڳتي وڌڻ
جي طاقت نه ڏسي، منجهائنس ٻاهر نڪري آيو. هــن
جي اکين ۾ ڳوڙها هئا. هو سدائين خوشين جي ڳــولا ۾
رهيو هو، پر ڪيس اهي خوشيون ڪڏهن بہ نه نصيب

ٿيون هيون، هن ڳوڙهن سان ڀريل اکيون کڻي سامهون ڏٺو.
رات ڪافي گذري چڪي هئي. چانڊوڪي هر طرف
پکڙيل هئي. هڪ طرف سرنهن جي ٻوڪ ته ٻئي طرف
ڪڻڪ جي ٻوڪ، چنڊ جي روشنيءَ ۾ عجيب لڳي
رهي هئي. ڪڻڪ جا سنگ چانڊوڪي ۾ ائين لڳي
رهيا هئا، ڄڻ چانديءَ جا سنگ زمين مان ڦٽي ٻاهر
نڪتا آهن! تيز هوا جا سيسرات کين هلائي رهيا هئا.
پاسي کان واهيءَ ۾ ڪنول جا گل منهن ڪڍيو بيٺا هئا.
هو اٿيو ۽ وڃي واهيءَ جي ڪناري تي ويٺو. هنکي
ڪنول جا گل ڏاڍا وڻندا هئا. سندس دل چاهيو ته
اهي گل ڇنان! پر هو اهي گل نه ڇني سگهيو.

ننڍي هوندي جيتوڻيڪ ڪملا کيس ڪنول جي گل
پٽڻ لاءِ چوندي هئي، پر هو ڪڏهن به کيس گل ڇني
نه ڏيندو هو، چوندو هو ته: ”مان اهو ڏسي سهي نٿو
سگهان ته ڪو ڪاريءَ کان گل جدا ڪري!“ هن هٿ وڌائي
گلن کي ڇهيو ۽ وري پنهنجي جاءِ تي ويهي رهيو هو.
چنڊ جو عڪس واهي جي پرسڪون پاڻي ۾ بيٺو هو،
پر ڪڏهن ڪنهن وقت هوا جي زور تي ڪنهن لهر
چنڊ جي شڪل کي پنهنجي آغوش ۾ ٿي لڪايو.

هن ٿي واهي جي ڪناري، ساڳئي هنڌ تي هو ۽
سندس انقلابي ساٿي ڪملا ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي
ڳالهيون ڪندا هئا. جڏهن رات سندس ملڪ جا

جهانگيرڙا هتان لڏي لـڏي رهيا هئا، ان رات هــي پنهنجون لـکيل سڀ شيون ساڙي اچي هن ٿي هنڌ ٿي وينو هو، هيءَ ساڳيو منظر ان رات ۾ هــو. جنهن مهل ڪملا ڪانئس موڪلائڻ آئي هئي، اُن وقت هـــو چنڊ جي عڪس ٿي هٿن سان پاڻي هٽي رهيو هو. ڪملا جو عڪس پاڻيءَ ۾ چنڊ سان گڏ ڏسي هـــن ڪنڌ پنيان ورايو هو ته ڪملا سندس پنيان بيٺي هئي. هـــن ڪملا کي ڏسي وري ڪٿي ڪنڌ هيٺ ڪيو. ڪملا چيو هو:

”چو منهن هيٺ ڪري ڇڏيئه؟“

”بس ائين ئي.“ هن جواب ڏنو هوس.

”اسان صبح جو هتان هليا وينداسين،“ ڪملا چيو هوس.

”ڪملا“ هن چيو هو، ”ڪملا، اسان هـــي وقت ڏسڻ لاءِ ته جيلن ۾ ڪونه ويا هئاسين! ڪملا مان ڇـا ڪريان؟ منهنجو روح رڙيون ڪري چئي جان مان نڪري رهيو آهي. مـــان اوهان کـــان سواءِ ڪيئن رهندس؟ ڪيستائين اڪيلو ٿي اڪيلو هـيءَ زندگي ڪاٽيندس؟ ڪملا زندگي ختم ٿي ويندي، جيڪڏهن اوهـــان هليا ويندا؟ توکي ياد آهي ته تو موکي جيل ۾ چيو هو ته: اسين مذهبي ڇوت ڇات وساري، قوميت جي بنياد تي گڏ رهي هڪ مثال قائم ڪنداسين. پوءِ اسانجو ايندڙ نسل انهيءَ بنياد تي هڪ عظيم قوم ثابت ٿيندو. ڇـا

توکي اهي سڀ ڳالهيون وسري ويون؟“

ڪملا سندس اهي ڳالهيون ٻڌي جواب ڏنو هو، ”تون نه هڪ ئي سوال ڀرمونکان الائي گهڻا سوال پڇي ويو آهين. تون نه ڳالهائي ٻه سگهين ٿو، مان نه ڳالهائي ٻـــه نٿي سگهان، هي ڇا ٿي ويو؟ ڪهڙو ڏوه ڪيوسين؟ اهڙا گنهگار ته نه ناهيون، جو ايڏي وڏي سزا اسانکي ملي آهـــي. خير هاڻي ڇـا ٿو ڪري سگهجي، پـــر اسان ڪوششون ڪيون آهن. اسان جنگ وڙهيا آهيون، پوء ڪٿي ان ۾ ناڪامياب ٿياسون، پر ايندڙ تاريخ نويس ان ڳالهه جو فيصلو ڪندو نه صحيح ڪير هو؟ اسين ٻـــا اهي نام نهاد، جن اسانجي ڪوشش گـــي ناڪامياب بنايو. گنهگار اسين ٻا ڪي ٻيا؟“ هن هڪ ٿـــڌو ساه ڀريو ۽ چيو هو، ”زندگيء ۾ ئي هڪ ٻئي کان جيئري جدا ٿي وينداسين، اهو نه ڪڏهن سوچيو ٻه ڪ نه ڊوم. نديءَ هوادي مان توکي انهن ڪنول جي گلن کي ڇنڊڻ لاء ڇونڊي هيس نه اهـــو ڇئي انڪار ڪري ڇڏيندو هئين نه مان گل کي ٽاريء کان جدا نٿو ڪري سگهان، پر اڄ اسين ائين جدا ٿي وينداسين، جيئن گـل ٽاريء کان جدا ٿي ويندو آهـــي. هي وڻ ٽڻ، هـي ٿڌيون ٿڌيون هوائون، هي ڳوٺ، شهر رستا ۽ منڙا ماڻهو اسين ڪيئن وساري سگهنداسين؟“ ائين چئي هـــوء چپ ٿي ويٺي هئي.

هن چيو هو، "ڪملا، الائي وري هيءَ رات ايندي نه ايندي؟ خبر ناهي زندگي ۾ ملي سگهون يا نه؟ الائي اسانجي وري ملاقات ٿيندي يا نه ٿيندي؟ پر ڪملا، مونکي يقين آهي ته پاڻ ضرور ملنداسون. هيءَ جدائي ختم ٿيندي، وري مينهن وسندا، وري بهار ايندي، وري ساڱيا سڪل وڻ ٻور جهليندا، رنل ماروئڙا پنهنجن ماڳن تي موٽندا. مان انتظار ڪندس ۽ اوستائين انتظار ڪندو رهندس، جيستائين منهنجي سر ۾ ساهه هوندو."

هن ڪملا جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي چيو هو، "اسان گڏ رهياسين، گڏ راند يون ڪيڏ يونسين ۽ گڏ مرنداسين." جڏهن سندن ان ڳالهه جو رازدار ٻيجي ڪڪرن ۾ لڪي ويو هو. اُن رات هو ۽ ڪملا پرهه ڦٽي تائين هٿ هٿ ۾ ڏيو، اُلي ٿي ويٺا هئا. جڏهن ڪتين ڪر موڙڻ شروع ڪيا هئا، رات پنهنجو دم ٽوڙي پنهنجي شڪست جو اعلان ڪيو هو ۽ ڳوٺ جي ڪڪڙن ٻانگون ڏئي صبح جي اچڻ جو اعلان ڪيو هو ته ڪيس ڪملا چيو هو، "پرهه ڦٽي تي رهي آهي، هاڻي صبح ٿيندو ۽ پوءِ هميشهه لاءِ هتان هليا وينداسين." اهي لفظ ٻڌي سندس دل ٻڏي ويٺي هئي. ڪيس ائين محسوس ٿيو هو، جڻ ڪنهن سندس دل کي چنبي ۾ پڪڙي ڪنهن ويڙهائيءَ ۾ زور سان اڇلائي ڦٽو ڪيو هو. هن چيو هو، "نه نه ڪملا، اڃا صبح نه ٿيو آهي

هيءَ نہ ڪاري رات آهي. پنهنجو صبح اچا نہ ٿيو آهي.
پنهنجو صبح هيءَ نہ آهي. پنهنجو صبح نہ ڪو بيو
آهي. جڏهن اهو صبح ٿيندو نہ مان پوءِ سمجهندس نہ
هاڻي رات ختم ٿي آهي."

"اڇا، هاڻي مان وڃان ٿي." ڪملا چيو هو. هيءَ
اٿيو هو ۽ ٽڪ ٽڪ قدمن سان ساڻس هلڻ لڳو هو،
پر اٿڻ کان اڳ، هن ڪنول جا گل ٽاريءَ کان جدا
ڪري ڪملا کي ڏنا هئا. صبح جي ٿڌڙي ٿڌڙي هير
سامهون بنيءَ مان اچي ڪين لڳي رهي هئي. هن بنيءَ
مان سرنهن جا گل پٽيو، ڪملا جي وارن ۾ هنيا هئا ۽
چيو هو، "هي سڀ گل سنڀالي رکج، هي گل
ڪڏهن بہ نہ سڪندا."

ڪملا پنهنجون ڪاريون ۽ وڏيون اکيون، جيڪي
ڳوڙهن سان ڀريل هيون، ان سان کيس ڏسي چيو هو،
"مونکي جدائيءَ جي ڏک نہ جلائي ڇڏيو آهي، پر
ڪنهن ڪنهن وقت دل چئي رهي آهي نہ هيءَ
اداسين جي گهري ۽ ڪاري رات ختم ٿيندي، مونکي
انتظار ۾ صبح جا ڪرڻا نظر اچي رهيا آهن، هي ڏکن
جا ڏولاوا ختم ٿيندا. اسين ايندا سين جڏهن ساوڻ
جي مند ايندي ۽ مينهن وسي بس ٿيندا، ۽ چئني
طرفن کان مٽيءَ جي وڻندڙ خوشبوءِ ڦهلجي ويندي نہ
اسين ايندا سين، پاڻ ان ئي مند ۾ وري ملنداسين."

ائين چئي ڪملا سندس هٿ دٻايو هو.

هن ڪملا جو هٿ پنهنجي ڇپن تي رکي چيو هو، ”وقت ضرور پلٽو کائيندو ڪملا، وقت ضرور پلٽو کائيندو، پاڻ ضرور ملنداسون.“

پوءِ هو ۽ ڪملا ان ڏنگي ۽ ڦڏي پيچري تي چڙهيا هئا، جيڪو ڳوٺ ڏي ٿي ويو... هو ڪڪڙن جي بانگن ڏيڻ تي خيالن جي دنيا مان موٽي آيو. صبح ٿيڻ وارو هو، هو وڏيڪ ان هنڌ تي ويهي نه سگهيو. سندس دل چاهيو ٿي اڄ رڙيون ڪري ايترو روئي جو هيءَ زندگي ختم ٿي وڃي. گهڻو عرصو گذري چڪو هو، مينهن به وسندا هئا، بهار به ايندي هئي، پر ڪملا نه آئي سا نه آئي. زندگيءَ جو ايترو عرصو ائين گذري ويو جو خبر ئي نه پئي؟ هن کي هن زندگيءَ ڪائنات کان سخت نفرت ٿي رهي هئي. انسان جي سڄي زندگي اميدن ۽ آسري تي گذري وڃي ٿي، پر اهي اميدون ۽ آسرا پورا نٿا ٿين. هن سوچيو: خدا به عجيب آهي، چون ٿا ته انسان جي هر خواهش پوري ڪري ٿو، ته پوءِ مون کهڙو ڏوهه ڪيو آهي، جو دل ته ناهي الس، پر ان دل جون خواهشون پوريون نٿو ڪري، هر خواهش وڏي خوبصورتي سان جنم وٺي ٿي، پر انجو انت لمام بري حالت ۾ ٿئي ٿو. خبر ناهي ڇو؟ الا! جيڪڏهن خبر هجي ها ته زندگي جي پڇاڙيءَ ۾ اهڙي حالت ٿيندي ته گهڻو اڳ ئي هن زندگي کي ختم ڪري ڇڏيان ها؟ ڪٿي ڳوليان. هن کي؟ ڪهڙي طرف وڃان؟ آخر صبح ڪڏهن ٿيندو؟ سڄ جو سڄ ڪڏهن پنهنجون شاخون ڪيندو؟ ڇا زندگي ائين ئي ختم ٿي ويندي؟

# پيچرو

ليکڪ : ناصر مورائي (سنڌ)

پيچري ٽان سائينداد ۽ ڏالرڏنو، ڏاند ڳاڏيون
سامان سان ڀريل انهن جي پنيان مينهون، ٻڪيون ۽
ٻڪريون ڪاهيو وڃي رهيا هئا. سندن منهن لٽل،
ڏڪارا، اکين ۾ پاڻي ڀٽي چلين، ڀريل مينهن وانگر،
ساوڻيءَ وانگر وسڻ لاءِ آئيون. جڏهن پيچرو پورو
ڪيائون ته ڪنڊ ڪٽي ڳوٺن کي ڏٺائون ۽ پوءِ پيچري
کي. اهو پيچرو ڏاتر ڏني جي زمين جي وچ مان لنگهندو
هو. ٿورا ڪي ور وڪڙ نه ته سڌو ٿي سڌو سنئون سنوانءُ،
پر واري شاخ ٿي بدل بدن جي پل ٽان ٽيندو، ڪٽڪ
جي سونهري سنگن واريون پوکون لتاڙيندو هليو ويندو
هو ۽ اچي لوڙ ڪندو هو انهن ڳوٺن وٽ، جيڪي انهن
ئي پوکن کي ڪيڙيندڙ هارين جا هئا. لانڍيون، چونئرا
۽ منهه. هر گهر جي آڏو مينهن، ٻڪين ۽ ٻڪرين جا وٿاڻ
۽ واڙيون هيون. گهرن جي چوڌاري مٽس ڏيڍ جيڏا
لوڙها هئا. سيني جا گهر سهڻين گهٽين سان سٽيءَ سڳي
وانگر ٺوپيا پيا هئا. ۽ انهن ڳوٺن کي وري اهو پيچرو
سندن زمينن سان زنجير جي ڪڙن وانگر ڳنڍيو ڇڏي.
نه فقط انهن گهرن کي، پر انهن سڀاجهڙن هارين کي ۽
انهن جي دلين کي به انهن سر سبز کيتن سان ڳنڍيو

ڇڏي. دل مان شاهه شريان وانگر پنهنجو رت سڀني ڏيئي انهن مان اناج اپائيندا هئا. ڪيتري وقت کان هو اتي آباد هئا، ان جي خبر ڪين به ڪانه هئي. وليداد جو سيني ۾ پريو مڙس هو، اکين مٿان اڇا ڀرون، ٻانهن جو ماس لڙڪيل، لٺ تي هلندو هو، سو به چوندو هو ته ”آءٌ ڇوڪري سان انهن گهٽين ۾ ڪيڏيو آهيان ۽ ان پپري تان ماڻي مٽي تي کڻي اتي جي ٻنيءَ تي ويو آهيان.“ ان پپري جي حياتي سندس وجود سان گڏ شروع ٿي ۽ هو سڀ ان پپري کي پيار ڪندا هئا.

شام جو سج لهڻ مهل ان پپري تان، ڏاندن کي ٻاچاريون پاتل، هر جي چوني ٻاچاريءَ جي وچ تي اٽڪيل، رسا هٿن ۾ کري گهرڙن جي موٽندا هئا. ٽنڊا ٻار، ٻڪريون واريو لنگهندا هئا. ٻير و جوان، ٻوٽينديي مان آواز آلاپيندا، مينهون مرڻايو ايندا هئا. نوجوان نينگريون ڳاهه جون پريون مٿن تي رکيو، پنهنجي من جي محبوبن جا ويچار ويچاريندي ان پپري تان گهرن ڏي موٽنديون هيون. ڏاڙو ڏنو به ان پپري تان خوش خوش ٿيو لنگهندو هو. پپري جي ٻنهي طرفين سندس ٻنيون هيون. انهن سر سبز کيتن جي وچان ٻڌارڻ پپري تان ڏاند ڳاڏيءَ تي چڙهيو، ڪن تي هٿ رکيو لوڙ تو ڳائيندو پيو ايندو هو، مڙس پيو ٽڙندو هو. ڀلا خوش به ڇونه ٿئي، ان پيار جي پالوٽ ۾ جو ڀريون جصو ڪيس ملندو هو. سڀ ڳوٺاڻا ان پپري کي پيار ڪندا هئا،

۽ وري اهو پيڇرو بندس ملڪيت هو، ان ڪري هو قوليو نہ سمائبو هو. لاڙيءَ وانگر سارنگ ڪي لنواريندو اچي گهر پهچندو هو. ڏاندن کي ڇوڙي، انهنجي پنن لي هٽڙا گهمائيندو، ڍورن تي ٻڌي اچي وهندو هو، تہ پٽس بہ بوٽيندو وڃائيندو مينهون موٽايو اچي وٿاڻ لي ٻڌندو هو. پٽ کي ڏسي دل وڌي تسي ويندي هئس، اڪيون پيٽون نرندس. پٽس رب رکيو بہ اچي جوان ٿيو هو، ڏاڙهيءَ جي ريکه، مڇن جي ساول. بدن پريل، آواز گهگهو.

هڪ ڏينهن تہ ان ٻيڇري لي سائينداد جي ڏيءَ نوران سان ڳالهائيندو بہ ڏٺو هئائينس. ۽ پٽس جي بوٽيندي مان نڪتل آلاپ تہ هيڪاري پڪ ڏياريس. پاڻ بہ تہ انهيءَ ئي وهيءَ ۾ جڏهن ساران سان اکيون اڙايون هئائين، تہ اهو بوٽيندو ئي هو، جو سندس دل جو آواز ساران تائين پهچائيندو هو. ۽ اڄ ساران، رب رکيي ۽ حليمان کي وٽس نشانيءَ طور ڇڏي، ڪانئس هميشه لاءِ موڪلائي ويئي هئي. ڏيٽس حليمان بہ اچي جوان ٿي هئي، مڙس کي بار لاهڻو هو، بہ چار پائر برادريءَ جا گڏ ڪري، لڙي ويو سائينداد وٽ. ڳالهيون هليون، سائينداد چيس، ”ادا مان پاڻ لو وٽ اچڻ وارو هوس، منهنجي پٽ جانب کي پنهنجي فرزنديءَ ۾ قبول ڪر.“ هو ڏاڍيو خوش ٿيو، هڪ ڪلهي لهڻ هڪ ڪلهي چڙهڻ، ويتر جو ڏيءَ جو بہ راضپو هئس، مڙس خوشيءَ ۾ ڪٿو

نتي مالڪ. ڏيءُ پٽ جو، هڪ ئي وقت ٽـــي وهاڻ
ڪيائين سو اچي ٽيس خيال تہ ڪو ٻراهو ڪجي، پـر
پئسو هئس گهٽ. سائينداد صلاح ڏنس تہ ”سيٺ چوئٿرام
رت، جنهنکي هو اڻ وڪٽندا هئا، هلجي ۽ ڪجهہ پئسا
ڌار وٺجن.“ سيٺ ان شرط تي ٽي ٽي هزار رپيا قرض
ڏنا تہ زمينون گروي رکن. مڙس کي هو جيڪو شوق،
سو زمينون گروي رکي پئسا وٺي آيا. سيٺ ٺڳي ڪري
ڪاغذن دستاويز لکائي ورتا، جنهن ۾ زمينن جو وڪرو
ڄاڻايو ويو. هنن کي جڏهن سيٺ جي ان ٺڳيءَ جي
خبر پيئي، تڏهن ڏاڍي ڏک ڏوڙ ڪيائون، پـر ورن
ڪي بہ ڪين. سرڪار هئي انگريزن جي، ملڪ ۾ ظالم،
ڪامورا شاهي سو واڻئي پئسا ڏيئي سڀ آفيسر ليبي ڇڏيا
هئا. جواب اهو ملندو هو تہ ”توهانکي هاري هئڻ جو
حق آهي، پر زمينن جو مالڪ سيٺ آهي.“ مني ٻـــ
ماڻ، مني بہ ماڻ ڪري اچي ويٺا. وقت گذرندو رهيو،
اٺن سالن ۾ ڏاترڏني ۽ سائينداد حساب لڳايو تہ هنن
پنهنجو قرض چڪائي پورو ڪيو هو. پر واڻيو ظلم ڪري
زمين ڦٻايو ويٺو هو.

نيٺ ورهاڱو ٿيو ۽ هي ڏاڍا سرها ٿيا. پاڪستان ٿيو
سڀ آزاد ٿيا ۽ انگريزن جي غلاميءَ جو ڳٽ لٿو. هنن
ڌن کي حق مليو، زمين سان تہ هنن جو ساهہ هو.
ڌن غلطيءَ ڪري واڻئي کي ٺڳيءَ جو وجهہ مليو
پر هاڻي تہ انصاف ۽ آزادي آهي، برابري ۽ هڪجهڙائي.

هنن زمينن تي سيني کي رهڻ جو حق آهي، سڀ سڪيا هئا پر... پر نتيجو اهو نڪتو، جو اهڙا زمين وارڻي جي ڪالي ڦيرڻ سبب ڪليم ۾ نون وارثن کي مليا، ۽ نوان وارث هنن سان اهڙو هليا، جو اڄ بنهه لاچار ٿي، هو هاريپ تان هٿ کڻي لڏي نڪتا!

اڄ اُن ئي پيچري تان، نهايت سستيءَ رفتار سان هنن ڳوٺاڻن جو غريب لڏو وڃي رهيو هو. سڀ جي اڳ ۾ سائينداد ۽ ڏالر ڏنو هئا. آئينده جو فڪر، هانءَ ئي چٽا کڻي! بک ۽ بيڪاري، وڃي سو وڃي ڪيڏانهن! اکين ۾ پاڻي پريل، چلڪڻ لي، پر ڳوڙها پي ئي ويا. پيچرو پورو ٿيو، سيني جا ڪنڌ ڳوٺ ڏي کڄي ويا. سائينداد جي زال حليما ڏک ۽ لوڪ پريل ٿمونئي چين، ”بنيون ۽ ونيون مڙسن نه وڃايون آهن.“ ننهن چين، ”جنهنکي مردن وانگر بچائي نه سگهيؤ، انهيءَ لاءِ زالن وانگر روئڻ جو ضرور......؟“ مڙسن کي طعني هڻي پچي وڌو، ڳوڙها ڇڻي پيا. اکين ۾ هڪ چمڪ اُڀري آئي. منهن جو رنگ ڳاڙهو جهڙو لعل، ڏاندن جي رسن کي موڙي وري به واپس وريا....

Printed at Kutub Printers & Publishers Ltd., M.A. Jinnah Road, Karachi-2 and Published by Nabi Bux Khoso from the Liberation Publications, 19-Saeed Mansions, Bilimoria Street, Mcleod Road Karachi.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دور جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻَڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)